# جنس جي سائنسي ڄاڻ



علي مرتضيٰ ڌاريجو

Sindhica
سنڌيڪا

# جنس جي سائنسي ڄاڻ

علي مرتضيٰ ذاريجو

Sindhica
سنڌيڪا



ڪتاب جو نالو: جنس جي سائنسي ڄاڻ
مصنف: علي مرتضيٰ ڌاريجو
پهريون ڇاپو: ڊسمبر 1991ع
تعداد: هڪ هزار
ٽائيٽل: خدا بخش ابڙو
ڇاپيندڙ: زڪي پريس ڪراچي
ڇپائيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي
قيمت: 30 رپيا



**"Jins jee Sciencee Jaan"**
(a basic book on the human reproductive organs for adults)

by: A. M. Dharejo,
Asistant Professor, Department of Zoology,
University of Sindh, Jamshoro, Sindh.

Published by: Sindhica Academy, Karachi.

Price: Rs. 30.00

هيءُ پورهيو
منسوب ٿو ڪريان
انهن سيني زندگين جي لاءِ
جيڪي
جنس بابت
مناسب ڄاڻ نه هجڻ ڪري
تباهيءَ جو بک بڻجي ويون.

علي مرتضيٰ ڌاريجو

# فهرست

# پبلشر پاران

سنڌيڪا اڪيڊمي پنهنجي اساسي مقصدن ۾ مختلف سماجي ۽ سائنسي موضوعن تي ڪتاب ڇپائڻ جو عهد ورجايو هو. ’جنس جي سائنسي ڄاڻ‘ ڪتاب جي اشاعت سان اسان ميڊيڪل سائنس جي سلسلي جي ابتدا ڪري رهيا آهيون. ڪتاب موضوع توڙي لکندڙ جي حوالي سان اهم آهي. محترم علي مرتضيٰ ڌاريجو سنڌي ٻولي ۾ سائنسي لٽريچر تي جيڪا مهارت رکي ٿو سا، سنڌ جي علميءَ ۽ ادبي حلقن وٽ مڃيل آهي. ڄاڻايل موضوع تي جنهن طرح هن ڇنڊڇاڻ ڪئي آهي ان جو اعتراف سنڌ جي سڄاڻ شخصيتن محترم ڊاڪٽر تنوير عباسي، ڊاڪٽر نجم عباسي ۽ امداد حسيني پڻ ڪيو آهي.

اڪيڊميءَ جو ميڊيڪل سائنس تي ايندڙ ڪتاب ’ٻاتين جي سائنسي ڄاڻ‘ تيار آهي، جيڪو پڻ ٿورڙي عرصي ۾ پڙهندڙن تائين رسائبو.

نوراحمد ميمڻ
چيئرمين
سنڌيڪا اڪيڊمي

# هڪ راءِ- هڪ وينتي

ورهاڱي کان اڳ سنڌي ٻولي سڌريل ۽ اسريل ٻولي جي حيثيت سان اوچي پد تي پهچي چڪي هئي ۽ ان ۾ هر موضوع تي ڪتاب موجود هئا. انهيءَ شاندار روايت سان سلسلي جوڙڻ لاءِ هر موضوع ۽ خاص طور تي سائنسي ۽ فني موضوعن تي ڪتابن جو اچڻ هڪ سٺو اهڃاڻ آهي، ڇاڪاڻ ته اٿين سنڌي ٻوليءَ جي سرند هجڻ جو ثبوت ملي ٿو. سنڌي ۾ 'جنسي- سائنس' جو موضوع اڇهيو ۽ نئون نه آهي؛ انهيءَ ڏس ۾ ورهاڱي کان اڳ ڪوڙ ڪارائتا ڪتاب ڇپجي چڪا آهن. پر جيئن ته نيون ڪوجنائون ٿينديون رهن ٿيون، ان ڪري نون ڪتابن جو اچڻ به ضروري آهي. هي ڪتاب به ان ڏس ۾ هڪ ساراهه جوڳي ڪوشش آهي. ليکڪ هڪ ڏکئي موضوع کي سرل ۽ سهج ٻوليءَ ۾ پيش ڪيو آهي. فني اصطلاحن سان ٺهڪندڙ اصطلاح گهڙڻ جي هنر کان به ليکڪ واقف آهي.

سچ پچ ته ڏاريجي ان ڏس ۾ ڪيرون لهڻيون. منهنجي ٻين استادن کي به وينتي آهي ته هو پنهنجي موضوع تي ڪتاب ڏئي، ٻاٻاڻي ٻوليءَ ڏانهن پنهنجو فرض ادا ڪن ۽ پنهنجي اندر ۾ پاڻ ارپڻ وارو جذبو جاڳائن.

-امداد حسيني

# لفظن تي پردو

هي مسودو پڙهڻ سان پنهنجي جنسياتي عضون جي جوڙجڪ (Anatomy) ۽ ڪارڪردگيءَ (Physiology) جي ڄاڻ تازي ٿي؛ پاڻ سڄر ڪوڄنائن جي سامهون اچڻ ڪري، ان ڄاڻ ۾ واڌارو ٿيو. ڪيترن سائنسي لفظن ۽ سائنسي اصطلاحن جو سنڌي ويس به معلوم ٿيم. علي مرتضيٰ ڏاريجو، انهيءَ ماهري، يعني سائنس جا سنڌي لفظ ڳولڻ ۾ خفتي ٿو ڏسجي. هن وڏي جاکوڙ، جفاڪشي، تلاش ۽ کوجنا سان موزون سنڌي لفظ ڏيڻ جو جتن ڪيو آهي، جيتوڻيڪ اها هڪڙي ڇڙي جي وس جي ڳالهه نه آهي. ان واسطي دائمي ۽ ڪل وقتي بورڊ هجي، جنهن جا ميمبر سائنسدان، اديب، سگهڙ ۽ زبان جا ماهر هجن.

جنسياتي عمل ۽ جنسياتي عضون جي سلسلي ۾ هڪڙو ٻيو مسئلو به آهي: ٻه گهرا شخص، جنسيات جي باري ۾، پاڻ ۾ گفتگو ڪرڻ وقت جيڪي لفظ ڪم آڻين ٿا، سي ٻين عام ماڻهن سان ڳالهائڻ وقت ڪتب نه ٿا آڻين ۽ لڪت ۾ ته مُرڪوئي ٿيان لفظ استعمال ڪن ٿا، جي اٿيورا، اڻ ڇٽا، لڪل ۽ گهٽوٽٽو ڏاري ٻوليءَ جا هوندا آهن. صفا ائين جيئن جنگ جي دوران لشڪر ۾ ڪوڊ ورڊ (ڳجها اکر) استعمال ڪيا ويندا آهن. هتي لفظن کي پردو ڪرايو ٿو وڃي، انڪري جنسيات جي باري ۾ ڪابه لڪتي هر ڪنهن کي سهنجائيءَ سان سمجهه ۾ اچي نه سگهندي آهي. انهيءَ روش کي ٻچاپڙائي ۽ منافقت ڪانسواءِ ٻيو ڪهڙو نالو ڏجي، جو جيڪي لفظ ۽ اصطلاح گفتگو ۾ ته استعمال ٿين پر لڪت ۾ اهي ساڳيا لفظ بداخلاقي، فحاشي ۽ اگهاڙپ ڳڻيا وڃن ۽ منافقت طبقاتي سماج جي پيداوار آهي.

جنسيات تي اجاين پنگتي پابندين ۽ غيرسياوڪ بندشن، جنسيات کي نه رڳو پراسرار بڻائي ڇڏيو آهي، پر ماڻهن کي ان بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ کان به وانجهو پئي رکيو آهي. اهڙين پابندين، اهڙين بندشن ۽ اهڙي اڻڄاڻائيءَ ماڻهن کي رڳو ذهني ۽ دماغي روڳن ۽ سماجي براين سان مالامال پئي ڪيو آهي.

علي مرتضيٰ ڏاريجي هن ڪتاب ذريعي اسانجي ماڻهن کي جنسيات جي ڄاڻ وڌائڻ لاءِ موقعو ڏنو آهي. اهو به ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته لڪت ۾ جنسيات جي لفظن ۽ اصطلاحن جي استعمال ۾ هن عام روش کان هٽي هلڻ جي ڪجهه دليري ڪئي آهي.

حيدرآباد

6 فيبروري 1983ع

نجم عباسي -

# مھاڳ

سنڌيءَ ۾ سائنسي ادب تمام ٿورو آهي. جنسي ادب ته تهائين نه هئڻ جي برابر. چوٽي آهي ته 'جتي حقيقتن کي لڪايو ويندو آهي اتي افواهه زور وٺندا آهن' سنڌ ۾ به ايئن ٿيو آهي. جنس کي ايڏو ته دٻايو ۽ لڪايو ويو آهي، جو نوجوانن لاءِ اها هڪ اڻ ڏٺل شهر آهي، ۽ جڏهن هي نوجوانيءَ جي بنا تجربي ۽ ڄاڻ واريءَ عمر ۾ ان شهر ۾ قدم رکن ٿا ته ڀليو ۽ ڀٽڪيو وڃن. خاص ڪري نوجوان ڇوڪريون، اڻ ڄاڻائيءَ سبب اهڙيون غلطيون ڪريو وڃهن جو ڳالهه وڃيو جان جي جوکي تائين پهچي. اهڙيءَ صورتحال ۾ 'ڪُويچن' (Quacks) کي وارو مليو وڃي، ۽ غلط ڳالهيون ٻڌائي، پنهنجي کيسي کي هر طرح گرم ڪن. ته نوجوانن ۾ هريرو گهٽتائيءَ جو احساس (Inferiority complex) ۽ نفسياتي دٻاءُ (Depression) پيدا ڪريو ڇڏين، جنهن سان حالتون وڌيڪ خراب ٿيو وڃن. ان گهٽتائيءَ جي احساس ۽ نفسياتي دٻاءَ جي اثر هيٺ، زال مڙس جا گهرو جهڳڙا شروع ٿين، ۽ ٻنهي ڌرين جي زندگي زهر ٿيو وڃي.

آمريڪا ۾ ماسٽرس ۽ جونس جي جنسي تجربيگاهه، ان موضوع تي سائنسي تحقيق جو هڪ مرڪز آهي. ان کان اڳ هئولاڪ ايلس، ۽ ڪِنسي جو ڪيل ڪم تعريف جوڳو آهي. پر ڀهرين ڀهرين ان موضوع کي سائنسي طور تي پرکڻ وارو شخص سگمنڊ فرائڊ هو.

جنس ڪو نئون موضوع نه آهي. قديم مذهبي ڪتابن سام ويد، يجر ويد، پراڻي عهدنامي (نغمه سليمان، سلومي ۾) فقه ۾ ان جي باري ۾ چٽيءَ طرح بيان آيل آهن (وضو ٽُٽي پوڻ، روزو ڀڃڻ، غسل ڪرڻ وغيره جي حوالي سان). قديم يوناني شاعره سيفو، ان کان پوءِ بلائيٽس؛ رومن شاعر اووڊ ان موضوع تي شعر لکيا. هندستان ۾ ان موضوع تي زبردست ڪتاب 'ڪام شاستر' لکيو ويو، جنهن کي هڪ ڪلاسڪ جي حيثيت حاصل آهي. جنس منزل ناهي، پر اها ذريعو آهي ان منزل تي پهچڻ جو، جنهن کي توليد (Reproduction) چيو وڃي ٿو. جنهن جو واسطو تخليق (Creation) سان آهي، جنهن جي ڪري ئي هن ڌرتيءَ تي انسان ۽ ٻين اڪيچار حياتياتي ۽ نباتاتي قسمن (Species) جو وجود قائم آهي. انڪري ان جو اڀياس تهائين وڌيڪ ضروري آهي. ان جو لذتيت سان به واسطو آهي، پر اهو فقط هڪ پاسو آهي. ضروري آهي ته سنڌ جي نوجوان ڇوڪرن ۽

چوڪرين ڪي، ان جي پوري ڄاڻ ڏجي، جيئن هو نوجوانيءَ جي اڻ تجربيڪار ۽ اڻ سامايل يا اڌ سامايل (Semi matuare) وقت ۾، جي ان شهر ۾ گهڙن، ته ان جي هر گهٽيءَ ۽ گام کان ڀليءَ ڀت واقف هجن.

محترم علي مرتضيٰ ڏاريجو، سنڌيءَ جي سائنسي ادب ۾ هڪ ڄاتل سڃاتل شخصيت آهي. هن دفعي هُن جنس جي نازڪ موضوع تي قلم کڻي سنڌ تي، خاص ڪري سنڌ جي نوجوانن تي وڏو احسان ڪيو آهي جو انهن کي هِن اڻ ڄاتل ۽ اڻ ڏٺل شهر جي هر گِهٽيءَ ۽ گام، هر پنڌ ۽ پيچري کان آگاهه ڪيو اٿائين، جيئن اهي ڀلي ۽ ڀٽڪي، مونجهارن (Complexes)، دٻائن (Depressions) جو شڪار نه ٿين، ۽ اڌ طبيبن يا ڪُوڙن جي ور نه چڙهن، ۽ پنهنجي ازدواجي، تخليقي، ۽ توليدي حياتي، خير خوبي، ۽ سڪون سان گذارين، ۽ ان مان پوري لذت به حاصل ڪن.

علي مرتضيٰ ڏاريجي جو هيءُ ڪتاب موضوع جي لحاظ کان به جس لهڻي ته ٻوليءَ جي لحاظ کان پڻ. هن ڪيترن ئي فني محاورن (Technical Terms) جو سنڌي ترجمو اهڙن لفظن ۾ ڪيو آهي، جيڪي اڳي ئي اسان وٽ موجود آهن. جي نه، ته انهن کي هر ڪوئي سنڌي سولائيءَ سان سمجهي سگهي ٿو.

منهنجي خيال ۾ هيءُ ڪتاب، ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي ڪتاب کان پوءِ سنڌ جي سماجي تاريخ ۾ اهڪ اهم انقلابي قدم آهي.

مون کي اميد نه، پر پڪ آهي ته سنڌ جا نوجوان چوڪرا ۽ چوڪريون، هن ڪتاب مان چڱيءَ طرح لاڀ حاصل ڪندا، ۽ پنهنجي ازدواجي، تخليقيْ ۽ توليدي زندگي سڦل ڪندا.

سرمد جو گهر، خيرپور
17 سيپٽمبر 1991ع

- تنوير عباسي

# پيش لفظ

◉ صبح جو سمو آهي، هڪ ڪرڙوڙ پنهنجي ننڍي ٻالڪ سان ڇهي هٿ ۾ ڪنيو ڀاڄي پتيءَ لاءِ مارڪيٽ وڃي رهيو آهي. رستي تي ايڪڙ ٻيڪڙ ماڻهو آهن. وچ رستي تي هڪ ڪتو، ڪتيءَ کي لائڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهي. ننڍو، ٻي سمجهه ٻار مائٽ کان پڇي ٿو. "هي ڇا ڪري رهيا آهن؟" موٽ ۾ ڪيس ڇڙٻ ملي ۽ ٻار هيسجي، هميشه لاءِ ماٺ ٿي وڃي ٿو!

◉ بک، ننڊ ۽ جنسي خواهش، انسان جون بنيادي جبلتون آهن. اسان کي اهو سيکاريو ويندو آهي ته وقت تي کائو، وقت تي سمهو ۽ اٿو، صاف سٿرا رهو، اڇا اجرا ڪپڙا پايو وغيره. جڏهن ته جنس جي لحاظ کان، اهڙي ڄاڻ ڏيڻ وارو ڪوبه ناهي، اهو هر هڪ جي ٻلي ڇڏيل آهي ته جيئن وڻيس تيئن هو يا هوءَ، اهڙن مسئلن سان منهن ڏئي. اسان وٽ نه ته اهڙا ماهر ۽ پرچارڪ آهن ۽ نه ئي ڪو اهڙو سماجي ادارو جيڪو اهڙي تعليم مهيا ڪري سگهي! ◉ يورپ ۽ آمريڪا ۾ ان ڪم لاءِ ڪيترائي سماجي ۽ سرڪاري ادارا آهن، جيڪي اهڙي تعليم مهيا ڪن ٿا. اتي جنسي تعليم (Sex Education) کي سائنس جو درجو حاصل آهي ۽ اهو سبجيڪٽ سائنس ڪري پڙهايو وڃي ٿو، بلڪ ائين جيئن ٻيا سبجيڪٽ جهڙوڪ: بائلاجي، فزيالاجي، اينيمل بهيويئر، سائيڪالاجي، سوشالاجي، جينيٽڪس، يوجينڪس، امبرياالاجي، گائنا ڪالاجي ۽ اسپيس بائالاجي وغيره پڙهيا ۽ پڙهايا وڃن ٿا. * جيتري قدر ياد ٿو پوي ته ڪجهه سال اڳ بنگلاديش ۾ پڻ اهڙي تعليم، سيڪنڊري ليول تي ڏيڻ شروع ڪئي وئي هئي.

◉ دنيا جي ڪيترن ملڪن ۾ ٻالڪن ۽ نوجوانن کي جنس جي بنيادي سائنسي تعليم ڏيڻ لاءِ، خاص باتصوير ۽ سولي ٻوليءَ ۾ ڪتاب ڇاپيا ۽ ريڊيو ۽ ٽي ويءَ تي خاص پروگرام ڏنا وڃن ٿا. جڏهن ته اسان وٽ سواءِ ميڊيڪل جي باقي نصابي ڪتابن ۾، جتي اهڙيون ڳالهيون ۽ سرشتا سمجهاڻ ضروري هوندا آهن، اتي اهي سمجهاڻ بجاءِ، اهڙا ٽڪرا ئي ڪٽيا ويندا آهن ۽ جيڪڏهن انهن سرشتن جون تصويرون ڏنيون به وينديون آهن ته اهي يا ته اڻپوريون هونديون آهن يا وري انهن جا نالا نه ڄاڻايا ويندا آهن، جيڪا ڳالهه مونجهاري جو باعث بڻجي ٿي. ◉ ٻين ملڪن جي ڀيٽ ۾ آمريڪا ۾ جيتوڻيڪ جنسي تعليم عام آهي ۽

آمريڪا تعليم ۽ ٻين ڳالهين جي لحاظ کان گهڻو اڳتي، سڌريل ۽ ترقي ڪيل ملڪ سمجهيو ويندو آهي، پر تنهن هوندي به اتي ماڻهن جي وڏي اڪثريت ڪي جنمي/ جنسي سائنس جي بنيادي ڳالهين جي ڄاڻ ڪونهي. آمريڪي ماڻهن کي جنس جي باري ۾ ڪيتري بنيادي ڄاڻ آهي، ان سلسلي ۾ آمريڪا جي، روپر آرگنائيزيشن (The Roper Organization) ۽ ڪنسي انسٽيٽيوٽ (The Kinsey Institute) هڪ سروي ڪئي. جنهن مان جيڪي نتيجا حاصل ٿيا، اهي ڇرڪائيندڙ هيا. ايتري قدر جو عام آمريڪيءَ کي اها به سڌ ڪونهي ته، انگيز دوران آلت جي سراسري ڊيگهه ڪيتري هجڻ گهرجي يا ڪا عورت حيض دوران پيٽ سان ٿي سگهي ٿي؟ ۽ ڇا حيض دوران جماع ڪري سگهجي ٿو؟ اها سروي سال 1989ع ۾ ڪئي وئي. ماڻهن کان سروي دوران اهي 18 سوال پڇيا ويا جيڪي عام طور تي، ڪنسي انسٽيٽيوٽ جي ماهرن کان خطن ۽ ٽيليفون رستي پڇيا ويندا هيا. هن سروي ۾ 18 سالن جي فردن کان وٺي 80 سالن جي پوڙهن تائين شرڪت ڪئي. ◉ پاڪستان ۾ جنسيات تي اڙدوءَ ۽ انگلش ۾ لکي ٽن قسمن جا ڪتاب ملن ٿا: (1) اهي اڙدو ڪتاب جيڪي انديا ۾ عام جام ڇپجن ٿا، جن ۾ هتان جا ڇاپيندڙ ٿوري گهڻي ڦير گهير ڪري هتي جي پڙهندڙن کي وڏين قيمتن تي مهيا ڪن ٿا. اهڙن ڪتابن ۾ ڪوڪ شاستر وغيره جهڙا ڪتاب عام آهن، جن ۾ وڪري جي لحاظ کان تصويرون ۽ ٻيو مسالو ڏئي خريدار لاءِ ڪشش پيدا ڪئي وڃي ٿي. عام پڙهندڙ اهڙن ڪتابن کي مستند يا جنسي انسائيڪلوپيڊيا سمجهي خريد ڪري ٿو. جڏهن ته اهي اوائلي دور جا لکيل آهن، جڏهن سائنس ايتري ترقي نه ڪئي هئي ۽ انساني جسم بابت، سائنسي کوجنائون به نه ٿيون هيون. اهڙن ڪتابن لاءِ دعويٰ ڪئي ويندي آهي ته اهي سائنسي آهن. (2) اهي فحش ڪتاب آهن، جيڪي رڳو پئسي ڪمائڻ ۽ پڙهندڙن کي جنسي لسٽ مهيا ڪرڻ لاءِ فراهم ڪيا وڃن ٿا. اهڙا ڪتاب اڙدوءَ ۽ انگلش ۾ ملن ٿا. ايتري قدر جو 'جنسي لطيفا' جهڙا ڪتاب به سولائي سان خريد ڪري سگهجن ٿا. سنڌي ۾ به وقت به وقت ڪي ذهني مريض ليکڪ، ڪوڙن نالن سان اهڙا ڪتاب ڇپرائي، وڏا پئسا ڪمائيندا رهن ٿا. جيئن ته اهي سائنسي ڪتاب ناهن، ان ڪري عام پڙهندڙ ڪجهه هڙ حاصل ڪرڻ بجاءِ رڳو شهوتي لسٽ حاصل ڪري وڏيڪ گمراه ۽ پڙهڻ کان پوءِ وري پشيمان ۽ پريشان رهجي وڃي ٿو. جو ڪيس جنهن نُوس سائنسي ڄاڻ جي حقيقتن جي تلاش ۽ جنهن پيڙا، روڳ ۽ درد جي دوا جي گهرج آهي، اها ڪيس انهن ڪتابن مان حاصل ٿي نٿي سگهي. (3) اهي ڪتاب جيڪي نه ته فحش آهن ۽ نه ئي شهوت اڀاريندڙ. اهڙا ڪتاب رڳو ۽ رڳو سائنسي بنيادن ۽ حقيقتن تي ٻڌل آهن. اهڙن ڪتابن ۾ انساني جسم جي فزيالاجي، اناٽامي ۽ امبريالاجي وغيره جي به وضاحت ڪيل هوندي

آهي ۽ تصويرون پڻ ڏنل هونديون آهن ته جيئن پڙهندڙ، جنمي سرشتي جي بناوت ۽ ڪارج جي بنيادي اصولن ۽ جماع (سنيوڳ) وغيره جهڙين ڳالهين کي سمجهي سگهن. ◉ اهڙا ڪجهه ڪتاب يا ته اڙدوءَ ۾ آهن يا گهڻي ڀاڱي انگلش ۾ جيڪي عام ماڻهو پڙهي نٿو سگهي، ڇو ته ان لاءِ ٻوليءَ جو ۽ ٻيو، سائنسي اصطلاحن کي سمجهڻ ۽ هضمائڻ جو مسئلو رهي ٿو. ٻئي پاسي ڪان اهڙا اڙدو ڪتاب عام سنڌي، سولائيءَ سان سمجهي نٿو سگهي، ڇو ته اڙدوءَ ۾ به ساڳيو اصطلاحن جي نعم البدل جي کوٽ هجڻ ڪري، اهڙا اصطلاح عربي- فارسيءَ جا استعمال ڪيا وڃن ٿا، جنهن ڪري ڪوبه عام پڙهندڙ جنهن جو اڀياس اڇاترو ۽ سائنسي مضمونن کان هٽيل هجي، اهڙن ڪتابن مان ڀرپور لاڀ حاصل ڪري نٿو سگهي. ◉ هن ڪتاب لکڻ جي ضرورت گهڻي وقت کان محسوس پئي ڪيم. ان جا ٿلهي ليکي هي ڪارڻ هيا: (1) سنڌيءَ ۾ جنس جي سائنس تي ڪنهن به ڪتاب جو نه هجڻ (2) هن سبجيڪٽ بابت ماڻهن ۾ عام اڻڄاڻائي. ايتري قدر جو ڪيترائي لکيل پڙهيل ماڻهو به هن موضوع تي کلي ڳالهائڻ عيب ڀائيندا آهن، جنهن جا ڪيترائي سبب ٿي سگهن ٿا (3) عام ڪچهرين ۾ هڪ جيڏا جيڪڏهن هڪ ٻئي کان اهڙيون ڳالهيون پڇندا آهن، يا ڪندا آهن ته موٽ ۾ عجيب غريب ڳالهيون ٻڌايون وينديون آهن يا ٻڌڻيون پونديون آهن، جنهن ڪري سخت بيزاري محسوس ٿيندي آهي ته حياتيءَ جي هڪ اهڙي انمول سرشتي (جسم جو هر سرشتو پنهنجيءَ ڪرت ۽ اهميت جي لحاظ کان انمول آهي) ۽ ان جي ڪرت کان عام ماڻهو ڪيتري قدر نه بي خبر آهي! جڏهن ته ان جي پيٽ ۾ ٻين ڳالهين کي سمجهڻ ۽ هيئين سان هضمائڻ لاءِ اسان ڪيڏو نه پئسو ۽ وقت خرچ ڪندا رهون ٿا.

◉ ڪتاب جو نالو 'جنس جي سائنسي ڄاڻ' رکيو ويو آهي، جو منجهس جنمي/ جنسي، سرشتي/ عضون بابت رڳو، گهربل معلومات ڏني ويئي آهي. ٻيو ڪجهه ان ڪري نه ڏنو ويو آهي، جو سڀ کان پهريائين جيسيتائين ڪ بنيادي ۽ اهم ڳالهيون جهڙوڪ: خصيا ڇا آهن، جسم کان ٻاهر ڇو آهن، سندن ڪارج ڪهڙو آهي، آلت ڇا جي ٺهيل آهي، انگيز ڪيئن ۽ ڇو ٿو ٿئي، انزال ۾ ڇا ٿو ٿئي، ڳپ ڪيئن ٿو پوي، ڳوڙهارپ ڪيئن ٿي ٿئي؟ وغيره سمجهيون نٿيون وڃن، تيسيتائين وڌيڪ ڳوڙهين ۽ پيچيده ڳالهين کي سمجهي نٿو سگهجي. جيستائين ڪ جنسي عضون ۽ جنمي سرشتي کان پوءِ اڳتي جي ڳالهين جو تعلق آهي جهڙوڪ: جماع ڪيئن ڪجي، ڪهڙا طريقا (آسڻ) استعمال ڪجن، جماع ڪڏهن ڪجي، جنسي بيماريون، جنمي مسئلا، ڳپ روڪ، جا طور طريقا ۽ ٽيسٽ ٽيوب بيبي وغيره ۽ انهن سان ڪهڙا لاڳاپيل مسئلا ٿي سگهن ٿا ۽ ڪهڙا اپاءَ وٺي سگهجن ٿا؟ ته اهڙين ڳالهين جو ذڪر 'ايندڙ ڪتاب' ۾ ڪيو ويو آهي، جيڪو پڻ تياريءَ

هيٺ آهي. * هي ڪتاب رڳو ۽ رڳو سائنسي بنيادن تي ۽ ڪيترن ئي سائنسي ڪتابن جي مدد سان لکيو ويو آهي، تنهنڪري ان ۾ لست حاصل ڪرڻ يا فحاشيءَ جي گنجائش موجود ناهي، جو ته رڳو اهوئي مقصد آڏو رکي ڪتاب لکيو ويو آهي ته جنس جي ڄاڻ، رڳو ۽ رڳو سائنسي بنيادن تي مهيا ڪئي وڃي. هڪ دفعو جڏهن ڪو پڙهندڙ اهڙي جنسي سائنس جي ڄاڻ حاصل ڪندو ۽ پڙهڻ کان پوءِ جڏهن منجهس اهڙي ٽيسٽ پيدا ٿئي ٿي ته اڳتي لاءِ ڪنهن به غيرسائنسي ۽ فحش مواد کي پڙهڻ پسند نه ڪندو، ڇاڪاڻ ته اهڙن فحش ڪتابن جي پڙهڻ سان ڪجهه به هٿ حاصل نٿو ٿئي، پر رهندو ذهني پريشاني پيدا ٿئي ٿي. ◉ بالغ ٿيڻ کان پوءِ خود مون لاءِ جيڪو خاص مسئلو پيدا ٿيو، ان سبب گهڻو پريشان رهيس، اهڙو ڪو يار دوست يا ڪو ڪتاب ڪڙو به ڪونه هيو، جنهن کان مدد وٺي يا دل جو حال اوري سگهجي. اهو هي هيو ته هڪ دفعو محسوس ڪيم ته هڪ خصيو ٻئي کان گهڻو هيٺ لڙڪي رهيو آهي، سمجهيم ته ڪا وڏي گڙٻڙ ٿي پيئي آهي. ان سبب ڏاڍو پريشان رهيس. آخر دل جهلي والد سان ڳالهه ڪيم، جيڪو پرائمري استاد هجڻ سان گڏوگڏ حڪمت به ڪندو هو. هڪ مخلص ۽ ڪلمڪ انسان هيو. 'مرتضيٰ بوڪ اسٽور، لاڙڪاڻي' تي وٽس وڏيون ڪچهريون هلنديون هيون. اڪثر سنڌي استادن جو وٽس ميڙو متل رهندو هو. هڪ پاسي ڪشتا پيا رهل ٿيندا هيا ته ٻئي پاسي بائينڊنگ پئي هلندي هئي. جيئن ته هو حڪيم به هيو، ان ڪري ساڻس ڳالهه ڪئي ويئي، جنهن کلي چيو ته ڪجهه به ناهي، خصيا ننڍا وڏا يا هيٺ مٿي هوندا آهن. ◉ سچ ته هن مضمون سان منهنجي دلچسپي ان ڪري به پيدا ٿي جو اسٽور تي، ڀانت ڀانت طبقن جا ماڻهو ۽ پري پري کان سنڌي استاد ڪهي ايندا هيا ۽ گهڻو ڪري هر موضوع تي بحث پيو هلندو هو. ڪڏهن مذهب ۽ سياست تي ته ڪڏهن حڪمت، ليپن، ڪشتن ۽ معجونن تي ته ڪڏهن پڙهڻ پڙهائڻ جي طور طريقن تي ته ڪڏهن ڪرنٽ افيئرس تي. جتان منهنجي ذهن ۾ ڪيترين ڳالهين سرجڻ لڳيون ۽ انهن جا جواب ذهن ۾ ولوڙيا رهيا پر ڇاڪاڻ ته، اهي سڀ سائنس جا ماڻهو نه هيا ۽ نه ئي مان ايتري سائنس پڙهيل هيس، ان ڪري اهڙي هُرکر رهندي آئي. مثال طور، هڪ دفعي بحث ڇڙيو، جنهن ۾ پڇندڙ جو مقصد اهو ڄاڻڻ هيو ته اها ڪيئن خبر رکي سگهجي ٿي ته ڪنهن سان واقعي زوري زنا ڪئي به ويئي آهي؟ سندس زور ان ڳالهه تي هيو ته جيڪڏهن ڪا عورت پنهنجي مخصوص عضوي تي منيءَ جهڙو ڪو لڳ لڳدار مواد هاري وٺي رڙيون ڪري ته ساڻس زوري ڪئي ويئي آهي؟ ◉ نُڙڪو حڪيمن جي حوالي سان هڪ همراهه استدعا ڪئي ته ڪا اهڙي قوت باهه جي دوا ڏيو جو کائڻ کان پوءِ بس وڻ وڻان لڳي پيئي هجي، پوءِ هي قصو ٻڌايائين: سندس ڪنهن دوست هڪ حڪيم کان ڪشتو وٺڻ کان پوءِ

جڏهن جماع لاءِ تيار ٿيو تہ سندس سچي رت، منيءَ ۾ مٽجي ويئي، ايتري قدر جو سندس آلت مان اها ائين خارج ٿي رهي هئي، جيئن پاڻيٺ وهندي هجي. جڏهن ڪائنس پڇيو ويو تہ اهو همراهہ ڪيئن زنده بچيو؟ چاڪاڻ تہ سچي رت تہ منيءَ ۾ مٽجي وئي ۽ اها ڪهڙي شڪتي هئي جنهن سندس سرير کي زنده رکيو!

◉ اهڙين ڳالهين ۽ بحث مباحثن ہڏڻ کان پوءِ بہ هڪ کوٽ محسوس ڪندو رهندو هيس، سائنسي حقيقتن جي کوٽ، مستند دليلن جي کوٽ. چاهيندو هوس تہ ڪو هجي جيڪو سائنسي حقيقتون ہڌائي ۽ اهڙا ڪتاب هجن جيڪي اهڙي ڄاڻ مهيا ڪن تہ سچ ڇاهي ۽ ڪوڙ ڇاهي؟ * ڪي دوست نجي ڪچهرين ۾ پنهنجي قوت باهہ جي اهڙي تہ ساراهہ ڪندا آهن، جو ہڌندڙن جا ٽپ ئي ٽري ويندا آهن. چوندا تہ هو جنسي ايترا سگهارا آهن جو هڪ رات ۾ ڪيترائي ڀيرا جماع ڪندي بہ نٿا ٿڪجن! يا سندن هڪ دفعي جو جماع بہ ڪيترائي ڪلاڪ هلي ٿو. سائنسي لحاظ کان اهو غلط آهي، ڪوبہ نارمل ماڻهو ائين ڪري نٿو سگهي.

◉ هڪ دفعي دوست سان گڏ هڪ ميڊيڪل ڪاليج ۾ وينو هوس، جيڪو انويجيليشن ڪري رهيو هو. ڳالهين ڳالهين ۾ ڪيتريون ڳالهيون نڪري آيون. اتي هڪ پروفيسر (سوائل ڪيمسٽريءَ جو) ڪنهن ڳالهہ تان دليل ڏيندي چيو تہ حيض دوران، جماع ان سبب نہ ڪبو آهي، جو عورت ان عرصي دوران ڪي گنسون خارج ڪري ٿي! سندس جواب ہڌي مان ۽ منهنجو دوست ڏاڍيو حيران ٿياسين تہ کيس اها ڄاڻ بہ ناهي تہ حيض ڇا آهي ڇو ٿو اچي ۽ ان ۾ ڇا ٿو خارج ٿئي؟

◉ آلت ہگهي ڪرڻ، قوت باهہ وڌائڻ، مني گهاٽي ۽ گهٽي ڪرائڻ ۽ ان قسم جو ہيون ڪيتريون عجيب ۽ اجايون ڳالهيون اسان جا مورڪ ماڻهو ڪندا رهندا آهن. اهوئي سبب آهي جو هو جڏهن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ روڊن ۽ رستن جي ڀتين تي عام حڪيمن جا اشتهار پڙهن ٿا جن ۾ اهو ذڪر ڪيل هوندو آهي تہ، جواني ۽ شباب کي چمڪائڻ لاءِ سندن خدمتون حاصل ڪريو، يعني تہ سندن ڪشتي ۽ معجوني گوري کائڻ کان پوءِ سندن جنسي دنيا بدلجي ويندي تہ هو اهڙين دعوائن ہڌڻ ۽ اشتهارن پڙهڻ کان پوءِ نہ رڳو انهن تي ويساه ڪن ٿا پر قوت باهہ وڌائڻ جي چڪر ۾ پئسو تہ پسي جي ماک، ماڳهين پنهنجي قدرتي جنسي طاقت ۽ زندگي ئي برباد ڪريون ڇڏين! ◉ ساڳئي طرح سان اهي ڪرتبي چالاڪ ماڻهو بہ آهن نانگ بلائون، مثل وڇون ۽ جيئرا سانبا ساڻ ڪري ڳوٺن ۽ شهرن جي شاهي رستن جي ڪنڊن پاسن تي ميلا مچايون، سٽين ڦڪين، ڪشتن، معجونن، ليپن، تيلن، جابلو جڙين ٻوٽين، سانڊي جي تيل، شينهن جي چربيءَ ۽ معدنيات جو عام هوڪو ڏيئي مرداني طاقت ۽ انگيز جي سختي وڌائڻ جي چڪر ۾ عام ماڻهوءَ کي اهڙو ڦاسايو ڇڏين، جو اهي شيون هڪ ڀيري جي استعمال ڪرڻ کان پوءِ سندن

لاءِ ئي نڪري وڃن ٿا. اهڙا ڪيترائي نيم حڪيم ۽ هٽ ٽوڪيا سنياسي ريلن ۾ به ملندا جيڪي قوت باهه جي گورين ۽ طلا جي طلسمن جو عام هوڪو ڏيندا رهندا آهن. ائين ڪجھه پرڏيهي ڪمپنيون به آهن، جيڪي ولائتي نالن سان، وڏا وڏا دڪان کولي، اهوجهه ماڻهن کي سندن مردانگيت وڌائڻ لاءِ پاڻ ڏانهن ڇڪينديون رهن ٿيون. * اهي سڀ شيون عام ماڻهو رڳو ان سبب واپرائڻ لاءِ مجبور آهي، جو ڪيس پنهنجي جنسي سرشتي ۽ ان جي جوڙجڪ جي سڌ ڪانهي. هو سمجهي ٿو ته اهو سرشتو ۽ سرشتي جا ڀاتي اهڙا عضوا آهن، جن جي ڳالهه ڪرڻ ۽ انهن بابت ڄاڻ رکڻ عيب آهي! جڏهن ته ان جي پيٽ ۾ پنهنجي ناهه نوهه لاءِ عمدا تيل، شيمپو، ولائتي ڪريمون، پلا برش ڦڻيون، سرما ڪجل، مسي مساگ، پائوڊر، اسپري، سينٽون، عطر ۽ عنبير استعمال ڪري ٿو، ٿورڙي ۾ ته پاڻ وڻائڻ لاءِ پنهنجي وت ۽ وس آهر هو ڇا ڇا نٿو ڪري! ◉ هٽ اها به وضاحت ڪندس ته مان نه ته جنسي تعليم جو ماهر آهيان ۽ نه ئي هن سبجيڪٽ تي اٿارٽي. هن سبجيڪٽ سان منهنجي دلچسپي تڏهن کان به شروع ٿي، جڏهن زولاجي ڊپارٽمينٽ ۾ هي سبجيڪٽ ڪيترن استادن مختلف پهلوئن کان پڙهايو جهڙوڪ: فزيالاجي، ائناٽامي، امبريالاجي، ڊولپمينٽل بائلاجي، ائنيمل بهيويئر ۽ جينيٽڪس وغيره. ائين برابر آهي ته، استادن ڪلاس روم ۾ سڌي سنئين جنسي تعليم ته نه ڏني پر سندن پڙهائي اهڙو احساس ضرور پيدا ڪيو ته ائنمي دور ۾ رهندي به جنسي لحاظ کان اسان جي سوچ پٿر جي دور واري آهي، ساڳئي وقت اهڙو اتساهه پڻ پيدا ٿيو، جنهن سبب هن سبجيڪٽ تي پنهنجي ڪورس جا لاڳاپيل ڪتاب ۽ ٻيا ڪيترائي سائنسي ڪتاب پڙهيم ۽ وڌيڪ پڙهڻ جو شوق پيدا ٿيو. اهوئي سبب آهي، جو هي ڪتاب لکي پڇايم ته جيئن، جنهن اٽڪاٽائپ سبب جيڪي ڪجهه پوکيو اٿم، گهٽ ۾ گهٽ، نوجوان نسل انهيءَ پوکڻ کان بچي سگهي.

◉ ڪتاب ان اميد سان لکيو ويو آهي ته عام پڙهندڙن کان سواءِ طب جي شاگردن، حڪيمن، طبيبن، ڪمپائونڊرن، هيلٿ ٽيڪنيشنن، نرسن، داين، سوشل ورڪرن ۽ سماج سڌارڪ فردن لاءِ پڻ ڪارائتو ٿي سگهندو، جيڪي پيچيده طبي اصطلاح سمجهڻ ۾ تڪليف محسوس ڪن ٿا. * ڪتاب ۾ ڪيتريون ئي اوڻايون آهن، جيڪي مان محسوس ڪريان ٿو ته توهان به محسوس ڪندا هوندا. مان جيڪي محسوس ڪريان ٿو سا اها کوٽ آهي، جيڪا ڪنهن هولي ۽ هٻڇيءَ وٽ هجي، ڪڏهن به نه ڍاپجڻ واري! هر نئين شيءِ ڪتاب ۾ ڏيڻ واري، ور ور ڪري ناهي لکڻ واري، جيڪا هن ڪتاب کي 1982ع کان وٺي ڪيترائي ڀيرا لکڻ کان پوءِ به محسوس ڪريان ٿو ته ۽ محسوس ڪندو رهندس، جيڪڏهن اهڙيءَ کوٽ کي پوري ڪرڻ جي ڪوشش ڪجي ها ته شايد ڪتاب کي پوري

ڪرڻ ۾ اجان بہ ڪجهہ زمانو لڳي وڃي ها! ◉ ڪتاب ۾ 'سيل' بابت ننڍڙو تعارفي ٽڪرو بہ ڏنو ويو آهي، جيڪو ڏيڻ ان ڪري مناسب سمجهيو ويو تہ جيسيتائين سيل جي بنيادي ڳالهين جي ڄاڻ ناهي، تيسيتائين ڪنهن بہ ساهواريءَ ۾ اهڙين ٻين ڪيترين ڳالهين کي سمجهي نٿو سگهجي. هونئن بہ هر ساهواريءَ ۾ سيل جي اهميت اهڙي آهي، جهڙي ڪنهن عمارت لاءِ سرن جو هجڻ. سيل تي هڪ الڳ ڪتاب تياريءَ هيٺ آهي، اميد تہ اهو بہ جلد پڌرو ڪيو ويندو. ◉ ڪوشش ڪري ڪتاب ۾ تصويرون بہ جهجهيون ڏنيون ويون آهن، ڇو تہ سائنس جو ڪوبہ ڪتاب تصويرن کان سواءِ سمجهڻ ۾ سمجهائڻ ڏکيو آهي. ڪي تصويرون نہ ڏئي سگهيو آهيان، جيڪي ڏيڻ چاهيم ٿي. نہ ڏيڻ جا ڪجهہ سبب آهن، بهرحال ڪجهہ بہ نہ هجڻ کان، ڪجهہ هجڻ ضروري آهي. ◉ هي سڄو ڪتاب انگلش ڪتابن جي مدد سان لکيو ويو آهي، تنهنڪري جيڪي بہ انگ اکر ڏنا ويا آهن، اهي يا تہ يورپي آهن يا آمريڪي. ان کان سواءِ هڪ اڌ پاڪستاني ڪتاب جيڪو انگلش ۾ ملي سگهيو، ان جي بہ مدد ورتي وئي آهي ۽ ملندڙ انگ اکر اتان بہ کنيا ويا آهن.

◉ سنڌيءَ ۾ سائنس جي هن شاخ تي هي پهريون سائنسي، سولو ۽ عام فهم ڪتاب لکي نہ رڳو عام پڙهندڙن جي کوٽ کي پوري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي پر ساڳئي وقت هي مضمون جديد طرح سان متعارف بہ ٿي رهيو آهي. اهو بہ ممڪن آهي تہ پهرين ڀيري پڙهڻ سان توهان کي ڪي ڳالهيون سمجهہ ۾ نہ بہ اچن تہ وري پڙهڻ ۽ سمجهڻ جي ڪوشش ڪريو. ◉ هن ڪتاب جي تياريءَ جي ڏس ۾ جن سڄڻن ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان سهڪار ڪيو، انهن مان امداد حسيني، ڊاڪٽر نجم عباسي، ڊاڪٽر تنوير عباسي، ڊاڪٽر ڪنيي گيانچنداڻي، محمد عظيم چانڊيئي جو ٿورائتو آهيان. سائين ظفرحسن بہ ان ڏس ۾ سدائين منهنجي سهائتا ڪئي. اشوڪ گيانچنداڻيءَ بہ پنهنجا ڀال ڀلايا. جنهن کي سيني کان وڌيڪ تنگ ڪيم. سندس صحتمند تنقيد ۽ ڪارائتن راين کان سواءِ شايد هي ڪتاب پورو ٿي نہ سگهي ها. ◉ انهن سڀني پڙهندڙ جو شڪر گذار رهندس، جيڪي ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ پنهنجن راين ۽ صلاحن کان واقف ڪندا. پڙهندڙن جي صحتمند تنقيد جي آجيان ڪئي ويندي، جو ان کان سواءِ ڪنهن سڌاري/ واڌاري لاءِ سوچي بہ نٿو سگهجي. ساڳئي وقت پڙهندڙن کي اها بہ گذارش آهي تہ، طبي اصطلاح جيڪي وڌيڪ تز يا مناسب ٿي سگهن ٿا، انهن کان بہ آگاه ڪن تہ جيئن انهن اصطلاحن جي پڻ خبر پئجي سگهجي ۽ اهي عام ماڻهن تائين بہ پهچائي سگهجن. * جنس جي لحاظ کان توهان بہ جيڪڏهن ڪي ڳالهيون وضاحت سان ڄاڻڻ چاهيندا هجو تہ لکي موڪليو تہ جيئن اهي پڙهندڙن جي ڀلي لاءِ ايندڙ ڪتاب ۾ واضح ڪري سگهجن.

— علي مرتضيٰ ڌاريجو

طبيب جـڙين ٻـوٽين جـي ڄـاڻ،
منشـي انـگن اکـرن جـي عـلـم ۾
پرٽيل ماٺهو جنسي سائنس جي سڌ
کانسواءِ بلڪل ڪورو ڄٽ آهي.

واتسايانا-

# پيدائش جا طريقا (Types of reproduction)

ڪنهن زماني ۾ پاڻيو ويندو هو تہ سادي قسم جي مخلوق مردار جسمن مان نسرجي ٿي مثال طور، گهوڙي جا وار جڏهن ڪجهہ عرصي لاءِ دٻن ۾ رهن ٿا تہ منجهائن ڪينئان (worms) پيدا ٿين ٿا ۽ ڏيڏرن لاءِ پاڻيو ويندو هو تہ اهي گرندڙ ۽ سرندڙ ماس مان پيدا ٿين ٿا. اڳتي هلي 17 صديءَ جي سائنسدانن جاندارن جي ائين پاڻهرتو پيدا ٿيڻ (spontaneous generation) واري خيال کي خام ثابت ڪيو ۽ تجربن رستي ظاهر ڪري ڏيکاريو تہ زندگي ئي ڪنهن زندگيءَ کي جنم ڏئي سگهي ٿي.

هر قسم جي زندگيءَ جي پيدائش زنده جاندارن مان ٿئي ٿي، اها هڪ سائنسي حقيقت آهي. جاندار پيدا ٿيندا وڌندا، جهور ٿي فنا ٿي وڃن ٿا يا هو وقت کان اڳي حادثن ۽ بيمارين جي ور چڙهي، اجل جو شڪار ٿي وڃن ٿا. ائين ڪنهن جانور جي جنس يا انساني جاتيءَ جي بقا جو مدار پيدائش ڪندو رهڻ تي آهي.

ٻين سڀني سرشتن جي ڀيٽ ۾ شايد تہ پيدائشي سرشتو ئي هڪ اهڙو سرشتو آهي، جنهن جو ڪنهن فرد /جيو جي چڱڀلائي لاءِ هجڻ بنهہ ضروري نہ سمجهيو ويندو آهي، جنهن جو ثبوت هي آهي تہ جي پيدائشي سرشتي جو ڪو عضوو يا اهو سڄو سارو ئي ڇو نہ ڪڍيو وڃي تہ پوءِ بہ اهڙو فرد /جيو صحت مند زندگي گذاري سگهيٿو. ان بجاءِ جيڪڏهن اهڙيءَ سڄي جاتي /جنس جي سڀني فردن /جيون جو جنسي سرشتو ڪم ڪرڻ بند ڪري ڇڏي يا ڪڍي ڇڏجي تہ اهڙي سڄي جاتي /جنس هميشه هميشه لاءِ نيست و نابود ٿي ويندي.

جانورن جي دنيا ۾ ڪي جنسون اهڙيون بہ آهن جن ۾ سندن جنس جا رڳو ڪي جيو، هڪ نسل کان ٻئي نسل تائين پيدائش واري عمل ۾ ڀهرو وٺن ٿا مثال طور، ماکيءَ جون مکيون. هنن مکين ۾ اها رڳو راڻي ئي آهي جيڪا ماناري ۾ ويهي آنا لاهي ٿي، جڏهن تہ سندس نرن ۾ رڳو ڪي چند راڻين کي سائي ڪرڻ جي سگهہ رکندڙ ٿين. باقي سڄيءَ مخلوق ۾ سڀ مادي مکيون سنڍ ٿين جو انهن جو سواءِ نسرجندڙ ٻچڻ مکين جي سار سنڀال لهڻ کانسواءِ ٻيو ڪو ڪم نہ هوندو آهي.

مختصراً تہ جانورن جي ارتقا دوران پيدائش جا بہ ڪيترائي طريقا سرجيا آهن جن جي ٻن مکيہ قسمن ۾ ورهاست ڪري سگهجي ٿي اهي آهن: اڻجنسي پيدائش ۽ جنسي پيدائش.

## اَجنسي پيدائش (Asexual reproduction)

هي پيدائش جو اهو طريقو آهي جنهن ۾ سادا جاندار جهڙوڪ : اميبيا (amoeba) ۽ پيئراميشيم ( paramecium ) سادي طريقي سان جنم وٺن ٿا ۽ نون جيون جي پيدا ڪرڻ لاءِ هڪ جيو ٻن حصن ۾ ورهجي نئون جاندار پيدا ڪريٿو. هن قسم جي پيدائشي طريقي ۾ نر ۽ ماد نه ٿئي. هنن کي سادا جيو ان سبب سڏبو آهي جو، وڏن جانورن جيان منجهن مختلف قسمن جا سيل ۽ گهڻا سرشتا نه ٿين جيڪي حياتيءَ جا مختلف ڪم سرانجام ڏين ٿا. ان جي پيٽ ۾ سادن جيون جو جسم هڪ ئي قسم جي سيلن جو ٺهيل ٿئي ۽ اهي ئي حياتي جا مختلف ڪم ڪندا رهن ٿا جهڙوڪ: پيدائش ڪرڻ، کاڌو کائڻ، هضم ڪرڻ ۽ دشمن کان پچي جان بچائڻ وغيره.

ڪيترا اهڙا ڪينئان به آهن جيڪي رڳو ٻن اڌن ۾ ورهائجي نون ڪينئن کي جنم ڏين ٿا. اهڙن ڪينئن جو يا ته رڳو اڳيون اڌ واڌ ڪائي باقي پوئين حصي کي جنم ڏئي ٿو يا پوئيون حصو واڌ ڪائي اڳئين حصي کي پيدا ڪري نئين ڪينئين کي جنم ڏئي ٿو.

## جنسي پيدائش (Sexual reproduction)

### جنسي پيدائش جو طريقو، ٽن طرحن جو ٿي سگهيٿو:

1- هن طريقي ۾ ڪي هڪ سيلا (unicellular) سادا جيو جهڙوڪ : پيئراميشيم پيدائش ڪن ٿا. هن طريقي ۾ جڏهن ٻن مختلف جيون جي سيلن جا نيوڪليئس (nuclei) پاڻ ۾ ملن ٿا ته هڪ نئون جيو پيدا ٿئي ٿو. هن طريقي کانسواءِ هي جاندار اجان ڪنهن ٻئي طريقي سان به پيدائش ڪري سگهن ٿا.

2- ڪي جاندار اهڙا آهن جن کي هرمافروڊائيٽ (hermaphrodite) سڏجي. هرمافروڊائيٽ يوناني ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ته جڏهن ساڳئي جيو ۾ نر ۽ ماد جا جنسي سيل هجن. اهڙن جاندارن جون ڪي جنسون اهڙيون به آهن جن جي هڪ ئي جيو ۾ ٻئي نر ۽ ماد جا جنسي سيل پيدا ٿي، پاڻ ۾ ملي ڪنهن نئين جيو کي تخليق ڪنتا. اهڙو هڪ عام مثال ٽيپ ورم (tape worm) جو آهي.

هن گروهه جي جيون جو ٻيو مثال سانپو (earth worm) آهي. هن طريقي ۾ وري به سانپا پاڻ ۾ ملي، رڳو هڪ ٻئي جي تخمي جيون جي مٽا سٽا ڪري، انهن سان پنهنجن پنهنجن آنن کي ٻوڪي نئون جاندار پيدا ڪندا آهن.

3- اهڙن جانورن جي گهڻائي آهي (۽ ڪيترا ٻوٽا به) جن جي جنسن جي نر ۽ ماد ۾ سڃاڻپ ڪري سگهبي آهي. اهڙين ٻن مختلف جنسن جا جيو، جنسي سيل به ٻن

# جانورن جي پيدائش ڪرڻ جا ٻه طريقا آهن

| جنسي پيدائش، | اجنسي پيدائش |
| --- | --- |
| | جاندار اميبيا ٻن حصن ۾ ڦاٽجي پاڻ جهڙو ٻيو پيدا ڪري ٿو. |
| ٻه پئراميشن جا نيوڪليئس پاڻ ۾ ملي هڪ نئون جيو پيدا ڪن ٿا. | پئراميشم ٻن حصن ۾ ورهائجي پاڻ جهڙو ٻيو ٻه پيدا ڪري ٿو. |
| تخمي جيو<br>خصيا<br>آنيداني آنن مان ڀريل | هئڊرا جو جسم ڪنهن هڪ هنڌان ڦوٽهڙو ڪائي پاڻ جهڙو ٻيو جيو پيدا ڪري ٿو. |
| خصيا<br>اهو هنڌ جتي آنو هوڪجي ٿو<br>تخمي جيون جو آني سان ملڻ<br>آنيدانيون | ٽيپ ورم<br>اجنسي پيدائش نه ٿئي |
| هڪ سانپو ٻئي جي تخمي جيون سان پنهنجن آنن کي هوڪي ٿو. | سانپو<br>اجنسي پيدائش نه ٿئي |
| مرد جو تخمي جيو<br>عورت جو آنو<br>آنو هوڪجڻ کانپوءِ پيٽ ۾ واڌ ڪري ٿو ۽ ٻار ۾ تبديل ٿي وڃي ٿو | انسان<br>اجنسي پيدائش نه ٿئي |

مختلف قسمن جا پيدا ڪن ٿا يعني: مادي آنا (ova/eggs) ۽ نر تخمي جيو (sperm) پيدا ڪندا آهن. جڏهن ماديءَ جي آني سان نر جو تخمي جيو ملي کيس ٻوڪيندو (fertilize) آهي ته هڪ نئون جيو جنم وٺي ٿو. هن قسم جي پيدائش کي، جڏهن نر ۽ ماد جا جنسي سيل ملي ڪنهن نئين جاندار کي پيدا ڪن ته انکي جنسي پيدائش سڏبو آهي. اهو جانورن جي دنيا ۾ پيدائش ڪرڻ جو هڪ وڏو ۽ وڌ عام طريقو آهي. مثال طور: انسان ۽ سڀ ٿڃائتا جانور.

جنسي طرح سان پيدائش ڪندڙ جانورن ۾ ڪي مخصوص جنسي غدود (gonads) ٿين. جن جو ڪم رڳو جنسي / جنمي سيل(gametes) پيدا ڪرڻ ٿئي. جنمي عضوا ٻن قسمن جا ٿين. نرن ۾ اهي خصيا (testes) سڏجن ۽ سندن ڪم تخمي جيو پيدا ڪرڻ ٿئي، مادين ۾ ڪين آنيدانيون (ovaries) سڏجي ۽ اهي رڳو آنا پيدا ڪنديون رهنديون آهن.

ائين ٻنهي جنسن جا پيدا ٿيندڙ جنمي سيل به هڪ ٻئي کان گهڻا نرالا هوندا آهن. مثال طور: آنا، عام طور تي بيضوي يا گول ٿين ۽ منجهن هلڻ چلڻ جي قوت به نه هوندي آهي، ته اهي مختلف سائيزن جا پڻ ٿي سگهنٿا جنهن جو مدار منجهن موجود ذرديءَ (yolk) جي مقدار تي هوندو آهي. ان لحاظ کان جانورن جي دنيا ۾ پکين ۽ سُرندڙ جانورن (reptiles) جا آنا ٻين سڀني آنن کان وڏا ٿين.

آنن جي ڀيٽ ۾ تخمي جيو ايترا ته ننڍڙا ٿين جو ڪين سواءِ خوردبين جي، اک ڏسي به نه سگهندي آهي. منجهن چرڻ پرڻ جي شڪتي پڻ هوندي آهي، جو ڪين هڪ ڊگهو پڇ ٿئي جيڪو پاسن تي ڦڙڪي ڪين هلڻ چلڻ ۾ واهر ڪندو آهي.

جنسي طرح سان پيدائش ڪرڻ واري طريقي جو هڪ لاڀ هي به آهي ته ان طرح سان مختلف پاون جا فرد پيدا ٿي سگهندا آهن جو والدين،اڍ چڪ/موروثي (hereditary) پاون جي لحاظ کان مختلف قسمن جا جنمي سيل پيدا ڪندا آهن. تنهنڪري اهي (آنا ۽ تخمي جيو) جڏهن پاڻ ۾ ملي ٻوڪبا آهن ته سندن ٻچا به مختلف پاون وارا پيدا ٿي سگهندا آهن. ائين جن ٻچن ۾ نهڪندڙ تبديليون اچن ٿيون، اهي وڌيڪ ڪاميابيءَ سان زنده رهي سگهندا آهن ۽ اڻ نهڪندڙ تبديلين وارا نه رڳو ڊگهي عرصي تائين زنده رهي نه سگهندا آهن پر جنم به ڏئي نه سگهندا آهن. اهوئي سبب آهي جو جانورن جي ارتقا ۾ جنسي پيدائش واري طريقي کي هڪ خاص اهميت حاصل آهي ۽ جاندران جي دنيا ۾ هي طريقو وڏو ۽ وڌ عام آهي. انسان جي حالت ۾ مرد جو تخمي جيو عورت جي آني سان ملي ڳپ (embryo) پيدا ڪريٿو، ڳپ ٻچي (foetus) ۾ ۽ ٻچو نون مهينن دوران ٻار ۾ تبديل ٿي وڃيٿو، جيڪو شروعات ۾ هر مدد جو طلبگار پر اڳتي هلي جڏهن سندس جسماني ۽ ذهني قوتون نسري وڃن ٿيون ته هو هڪ مڪمل انسان جيان ڪٽنب ۽ سماج جو هڪ ڀاتي بڻجي وڃي ٿو. بالغ ٿيڻ /ساماڻجڻ کانپوءِ اهڙي فرد تي سندس ٿي هارمونن جو اثر پوي ٿو، هو پاڻ جهڙا فرد پيدا ڪرڻ جي سگهه رکي ٿو ۽ ائين سندس سڦل زندگيءَ جي شروعات ٿئي ٿي.

بنيادي طرح سان مرد ۽ عورت ٻنهيءَ جنس وارا آهن، يعني تہ ٻنهي ۾ ٻئي جنسون موجود ٿين جڏهن تہ ٻنهي ۾ رڳو هي فرق هوندو آهي تہ عورت کي ڳپ پورڻ وقت ئي سندس ڳپ جيڪڏهن پُٽ ٿيڻو آهي تہ منجهس مردن واريون صفتون غالب ٿي وڃن ٿيون ۽ عورتاڻيون صفتون دٻيل رهن ٿيون. ساڳئي طرح سان ڌيءَ ٿيڻ جي حالت ۾ عورتاڻيون صفتون غالب ٿين ٿيون ۽ مرداڻيون صفتون دٻيل رهن ٿيون.




ٻنهيءَ جنس وارو ٻچو (ستين هفتي دوران)




ڏهين هفتي دوران




نر ٻچو (ڄمڻ جي ويجهو)

مادي ٻچو (ڄمڻ جي ويجهو)

اهو ڄاڻڻ ۽ سمجهڻ تہ مردن ۽ عورتن جي جنسي /جنمي عضون ۾ فرق، انهن جو ڊول، بناوت ۽ ڪارج ڪهڙو آهي، سڀ کان اڳ ۾ مرد ماڻهوءَ ۽ عورت ذات جي ٻاهرئين ڊول جو ذڪر ڪنداسين.

عورت جي جنمي يا پيدائشي سرشتي (reproductive system) جي ابتڙ جيڪو ٻاڳي گهڻي جسم اندر لڪل ٿئي، مرد جي پيدائشي سرشتي جو وڏو حصو جنهن ۾ خصيا ۽ آلت اچي وڃن ٿا ظاهر ظهور آهن. خصيا پنهنجين ڳوٿرين ۾ هوندا آهن. بالغ ٿيڻ کانپوءِ، دن کان هيٺ سموري نهائين، اندڪوش (خصين جا پوش) ۽ چڏا وارن سان ڍڪجي وڃن ٿا جيڪي مٿي جي وارن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ گهرا، ننڍا، کهرا ۽ گهنڊيدار ٿين.



مرد ۽ عورت جي جسماني ڊول ۾ فرق

ارهن جي هجڻ کانسواءِ مرد هيٺين مکيہ ڳالهين ۾ عورت کان مختلف آهي:

ڪلهي، ڇاتيءَ ۽ پولهہ جي ايراضيءَ ۾ فرق     وارن جي ورڇ ۾ فرق.
هڏائين ۽ مشڪائين جوڙجڪ ۾ فرق.     ڪوڪڙي جي هجڻ ۾ فرق.

هنن مان ڪيترين ڳالهين تيستائين ظاهر نہ ٿينديون آهن، جيستائين بالغ نہ ٿو ٿجي، جڏهن تہ جنمي عضون ۾ فرق ڄمڻ جي ڪجهہ هفتن کانپوءِ ظاهر ٿيڻ لڳندو آهي.







**مرد ۽ عورت جي جنمي سرشتي ۾ فرق**

جينوٽيڪ مرد ۽ عورت جي جنمي ۽ جنسي عضون جي بناوت ۽ ڪرت ۾ وڏو فرق آهي پر ٽنهن هوندي بہ اهي ڪُپ جي ساڳين ٽشوئن مان ايرن ٿا.

تصوير ۾ جيڪي ٽشو ڏيکاريا ويا آهن، اهي هڪ ٻئي سان ميل ڪائيندڙ آهن مثال طور: ڪُپ جا اهي ٽشو جيڪي اڳتي هلي ڇوڪريءَ ۾ يونيءَ جا ٻاهريان چپ ٿاهين ٿا سي ڇوڪرن ۾ اندڪوش پيدا ڪن ٿا.

مرد جي جنمي سرشتي ۾ هيٺيان مکيہ عضوا اچي وڃن ٿا:

| | |
|---|---|
| (Testis/testicles) | 1- خصيا |
| (Scrotum) | 2- اندڪوش |
| (Epididymes) | 3- اپيڊيڊائيمس |
| (Vas deferens) | 4- واس ڊفرنس |
| (Seminal vesicle) | 5- سيمائينل ويزائيڪل |
| (Prostate gland) | 6- پراسٽيٽ غدود |
| (Cowper's gland) | 7- ڪائو پرس غدود |
| (Urethera) | 8- پيشاب نلي |
| (Penis) | 9- آلت |

مرد ۽ عورت جي جنسي عضون ۾ خصين ۽ آنيدانين کي بنيادي جنسي عضوا (primary sex organs) ته باقي سڀني جنسي عضون کي گڏي ثانوي جنسي عضوا (secondary sex organs) سڏجي. سڀ کان اڳ ۾ خصين جو ذکر ڪنداسين جنهن ۾ انهن جي اندرئين بناوت ۽ ڪارج بہ اچي وڃي ٿو.

## 1.خصيا (Testis/testicles)

هي جاڙا عضوا مرداني انگ جي هيٺيان پنهنجن پوشن ۾ ويڙهيل ٿين جن کي اندڪوش سڏجي، خصين جو پتو ڪم ٿئي يعني (1) انساني نسل جي پيدائش لاءِ تخمي جيو ۽ (2) مردانا/جنسي هارمون، ٽيسٽوسٽيران (testosteron) پيدا ڪرڻ. جيڪي مرد جي صحت، مڙسيءَ ۽ چڱي ڀلي هجڻ لاءِ تمام ضروري هوندا آهن. جڏهن تہ تخمي جيون ڪانسواءِ پيدائش ٿي نٿي سگهي.




مرد جو جنسي سرشتو هيٺين ڌڙ ۾ ڏيکاريل

خصين ۾ تخمي جيو پيدا ڪرڻ لاءِ سيمائينيفيرس نليون (seminiferous tubules) تہ جنسي هارمون پيدا ڪرڻ لاءِ انٽراسٽيشيل سيل (interstitial cells) هوندا آهن.

هر هڪ خصيو بيضوي شڪل جو، سراسري طور تي ڏيڍ ڪان ٻن انچن تائين ڊگهو ۽ هڪ انچ تائين موڪرو ٿي سگهي ٿو. ڪاٻو ۽ ساڄو ٻئي خصيا پنهنجن پوشن ۾ اسپرمٽڪ ڏورين (spermatic cords) وسيلي ڳنڍيل




مرد جي جنسي سرشتي جو آڏو ڏيک

۽ لڙڪندا رهندا آهن. هر اسپرمئٽڪ ڏوريءَ ۾ رت نليون ۽ واس ڊفرنس ٿئي. هر هڪ خصيو ننڍڙن گولڙن جو ٺهيل هوندو آهي، جن جو تعداد ٻن سون کان مٿي ٿيندو. هر هڪ گولڙو وري اٽڪل روءِ هڪ هزار کن سنهين باريڪ ۽ سَئين جهڙين نلين جو جڙيل ٿئي. جنکي سيمائينيفيرس ٽيوبيولس يا تخمي جيو ٺاهڻ جون نليون چئبو آهي. اهڙي هر هڪ نلي 30 انچ ڊگهي ٿئي، ائين جي سڀ ڪولي ملائجن تہ 550 والن جيترو مفاصلو والاري وينديون. هر هڪ گولڙي ۾ اهڙيون چئن کان ڇهن سون تائين نليون ٿين. انهن نلين جي استر ۾ اسپرمئٽوگونيا (spermatogonia) يا تخمي جيون جا بنيادي سيل ٿين، جيڪي ٻوء، جيئن جيئن ڇوڪرو بالغ ٿيندو ويندو آهي تيئن تيئن اهي سيل واڌ ڪندا بالغ ٿيندا ويندا آهن ۽ تخمي جيو پيدا ڪرڻ شروع ڪندا آهن.

نرن ۾ خصيا ڳڀ جي انهن سيلن مان ٺهن ٿا جن مان نارين جي حالت ۾ آنيدانيون پيدا ٿين ٿيون. ڇمڻ کان اڳ خصيا مٿي پيٽ ۾ هوندا آهن. انسانن ۾

ڀين ٽٽائتن جانورن ۾ عام طورتي اهي ڇهه وقت يا ڄمڻ کان سِتت ئي پوءِ انڊڪوش ۾ لهي ايندا آهن. اٽڪل 7 سيڪڙو ٻار اهڙا ٿين جن ۾ هڪڙو يا ٻئي خصيا هڪ سال جي عمر تائين به هيٺ لهي نه سگهندا آهن. جنهن جا ڪيترائي ڪارڻ ٿي سگهن ٿا مثال طور: جسماني جوڙجڪ ۾ نقص، اينڊوڪرائين غدودن (endocrine glands) جي گڙ ٻڙ يا جنسي ڪروموسومن (chromosomes) جو غير رواجي حالتن ۾ هجڻ. اهڙين گهٽين حالتن ۾ 8 سالن جي عمر کي پهچڻ کان اڳ خصيا پنهنجو پاڻ ئي هيٺ لهي ايندا آهن پر اهڙين حالتن ۾ جڏهن اهي ان عمر تائين هيٺ لهي نه سگهن ته اهڙيءَ حالت کي ڪرپٽارڪزم (cryptorchism) سڏجي جيڪا ورلي پيدا ٿيندي آهي. اهڙا خصيا رڳو مردانا هارمون پيدا ڪري سگهندا آهن ۽ نه ڪي تخمي جيو، پر جي تخمي جيو پيدا به ٿيندا آهن ته اهي معذور هوندا آهن. تڏهن انجو علاج ڪيو ويندو آهي جيڪو هارمونن يا آپريشن رستي به ٿي سگهي ٿو.




خصين جو درجي به- درجي لهڻ.

خصين کي هيٺ لاهڻ ضروري هوندو آهي ڇاڪاڻ ته ڪين جيستائين پنهنجو گهربل ٽمپريچر نه ملندو رهندو تيستائين اهي تخمي جيو پيدا ڪري نه سگهندا آهن. خصين کي اهڙو گهربل ٽمپريچر رڳو پنهنجي ڳوٿري يعني اندڪوش ئي مهيا ڪري سگهيتي، جيڪا پنهنجي ليکي هڪ عضوو آهي.

اهڙو ماڻهو، جنهن جا خصيا پيٽ ۾ هجن اهو مزو ماڻي ۽ جماع ته ڪري سگهي ٿو، پر پيءُ بڻجي نٿو سگهي. ڪڏهن ڪڏهن ائين به ٿيندو آهي ته رڳو هڪڙو خصيو هيٺ لهي ايندو آهي. اهڙيءَ حالت ۾ پريشان ٿيڻ جي ضرورت نه هوندي آهي. ڇاڪاڻ ته هڪڙي خصيءَ ۾ به ايتري قوت ٿئي ته اهو جهجها تخمي جيو پيدا ڪري سگهي، جن سان عورت ڳڀجي سگهيتي. خصيا وڌ ۾ وڌ حساس هوندا آهن اهوئي سبب آهي جو انهن کي ٿوررڙو به زور اچڻ ڪري ماڻهوءَ کي پوسٽ وٺي ويندو آهي.

خصين کي ڪڏهن ڇڏڻ سان مختلف اثر پيدا ٿين ٿا، جنهن جو مدار هن ڳالهه تي هوندو آهي ته اهي بالغ ٿيڻ کان اڳ ڪڍيا ويا آهن يا پوءِ، بالغ ٿيڻ کان اڳ ڪڍي ڇڏڻ وارين حالتن ۾ مرد، جنسي لحاظ کان بالغ ٿي نه سگهندو آهي ۽ جنسي عضوا جهڙوڪ: آلت، پراسٽيٽ غدود ۽ سيمائينل ويزائيڪل وغيره واڌ ڪائي نه سگهندا آهن. اهڙو ماڻهو نامرد رهندو آهي، سندس سيني، ڄُنڍن ۽ سٿرن تي عام رواجي حالتن کان وڌيڪ ڇرپيءَ جا تهه هوندا آهن ۽ سندس مشڪن جي واڌ به اڻپوري رهندي آهي. بالغ ٿيڻ کانپوءِ ڪڍڻ جي حالت ۾ ماڻهو، جنسي طور تي ويهجي ويندو آهي ۽ جنسي عضوا سسي نڪما ٿي ويندا آهن.

سيني مردن اهو به محسوس ڪيو هوندو ته ڪڏهن ڪڏهن خصيا لڙڪي پوندا آهن ته ڪڏهن وري ڇڪجي ڇڏن جي هيڪڙ ۾ انگ سان لڳي ويندا آهن. خصين ۾ انهيءَ قسم جي چرپر اصل ۾ اندڪوش جي مشڪن سبب ٿيندي رهندي آهي، جو اندڪوش ئي موسم ۾ وقت سار هيٺ مٿي ٿي، خصين کي به هيٺ ۽ مٿي ڪندا رهندا آهن، ته جيئن خصين ۾ گهربل ٽمپريچر قائم رهي سگهي. اندڪوش جي ائين گرمي سرديءَ سبب هيٺ مٿي ٿيڻ واري عمل کي ڪريمئسٽيرڪ رفليڪس (cremasteric reflex) سڏجي. مثال طور: جسم جڏهن تپي وڃي يا سرير ۾ جڏهن گرمي وڌي ويندي آهي ته اندڪوش جون مشڪون ڍليون ٿي خصين کي به لڙڪائي ڇڏينديون آهن ته جيئن اندڪوش جي ايراضي وڌي وڃڻ ڪري اهي پاڻکي ۽ خصين کي ٿڌو رکي سگهن. ٿڌ وڌي وڃڻ وارين حالتن ۾ وري مشڪون سسي، اندڪوش کي ڇڪي جسم سان لائي ڇڏينديون آهن ته جيئن ڪين جسم مان گهربل گرمائش ملي سگهي. ان جو هڪ ٻيو عام مثال هي به آهي ته جي ڪو ماڻهو ٿڌي پاڻيءَ ۾ ٽپو ڏيندو ته سندس خصيا مٿي ڇڏن ڏانهن کڄي ويندا. ساڳئي طرح سان جي هو ٿڌي پاڻيءَ بجاءِ گرم جاءِ ڏانهن ويندو ته اهي پنهنجو پاڻ کي هيٺ لڙڪائي ڇڏيندا. ائين عام طور تي تڏهن به ٿيندو آهي، جڏهن شهوت ۾ پرجي وڃبو آهي ۽ جماع /سنيوڳ ڪبو آهي ته جيئن ڪين ايذاءُ يا تڪليف نه رسي ۽ بچاءُ ملي سگهي ڇاڪاڻ ته خصيا تمام نازڪ هوندا آهن.

پالڪپٽي ۾ وري اهي ڏپ وارين حالتن ۾ پيٽ اندر هليا

ويندا آهن ۽ پوءِ اهڙين حالتن جي نارمل ٿيڻ سان هيٺ لهي ايندا آهن. نوجوانن جي خصين سان جڏهن ائين ٿيندو آهي ته اها ٻالڪپڻي واريءَ عادت سبب سمجهيو ويندو آهي. نوجوانن ۾ ائين ورلي ٿڏ، پوءِ ۽ جماع دوران به ٿي سگهندو آهي. ڊپ سبب ائين ماڻهن کانسواءِ ڪوئن ۾ به ٿئي. ڪوئن ۾ اهي ڊپ وقت بلڪل پيٽ ڏانهن ڪجي ويندا آهن ۽ ڪڏهن ڪڏهن اصل جاءِ تي دير سان لهي ايندا آهن.

ڪيترا نوجوان ڪڏهن ڪڏهن اهو به ڏسي پريشان ٿي ويندا آهن ته سندن هڪڙو خصيو ٻي ڪان (گهڻن ۾ کاٻو ته ڪن ۾ ساڄو) ڪجهه وڌو ۽ هيٺ لڙڪندو رهندو آهي. ان لاءِ پريشان ٿيڻ جي ضرورت نه هوندي آهي جو ان جو هڪ سائنسي سبب هي آهي ته کاٻي خصئي جي نس (vein) جنهن ۾ رت جي گردش ٿيندي رهيٿي اها نه رڳو وڏي آهي، پر منجهس رت به جهجهي رهيٿي. جنهن ڪري اهو ساڄي کان ٿورڙو وڌيڪ ڳورو ۽ لڙڪيل رهيٿو. خصين جي هيٺ مٿي هجڻ لاءِ ماهرن جو اهو به خيال آهي ته جيئن اهي عام حالتن ۾ هڪ ٻئي سان لڳي ٺهڪندا نه رهن.

خصين جي ننڍن وڏن هجڻ جو شهوت جي وڌڻ يا گهٽجڻ سان ڪو به واسطو نه هوندو آهي. عام طور تي اهو غلط تاثر ڏنو ويندو آهي ته وڏن خصين وارا ماڻهو، وڌيڪ شهوتي ٿين ٿا يا ڪي اها به ڊاڙ هڻندا آهن ته ڪين ٽي خصيا آهن. جڏهن ته اهڙو وڌيڪ خصيو پاڻيٺي ڳوڙهي (cyst سست هڪ قسم جي ڳوڙهي) هوندي آهي ۽ نه ڪي واڌو خصيو. سائنسي لحاظ کان اها هڪ اجائي ڳالهه ليکي ويندي آهي ته ڪنهن کي ٽي خصيا هجن، جڏهن ته انجي ابتڙ ڪن کي رڳو هڪڙو به ٿئي جيڪو پڻ ٻن جيترو موثر ثابت ٿي سگهندو آهي ۽ ان جو شهوت وغيره جهڙين ڳالهين تي ڪو ورلي اثر ٿيندو آهي.

## 2. انڊڪوش (Scrotum)

انڊڪوش (خصين جا پوش) اصل ۾ هڪ ڊگهي ڳوٿري آهي، جيڪا ٻن الڳ الڳ حصن ۾ ورهايل ۽ کاٻي ۽ ساڄي خصئي جو ڌار ڌار پوش هوندو آهي. ڳيرن ۾ انڊڪوش جي چمڙي ڦڪي ۽ ڪونئري ٿئي. بالغ ٿيڻ سان گهري ۽ گهنجدار ٿيندي ويندي آهي، جنهن جو سبب مٿس مردانن هارمونن جو اثر پوڻ هوندو آهي. اها ڪراڙپ ۾ ته اجان به وڌيڪ گهري ٿي ويندي آهي. انڊڪوش جي ٻن گول اڌن واري ميلاپ وٽ چمڙي ۾ هڪ اڀار ٿئي، جيڪو ٽلهي بخئي جيان لڳندو آهي. اهڙو اُڀار آلت جي هيٺان شروع ٿي مقعد تائين هيلو ويندو آهي، جيڪو نوجوان ڇوڪرن ۾ وڌيڪ چٽو ٿئي.

جوانن جي ڀيٽ ۾ ٻالڪن جا خصيا گهٽو مٿي ٿين، جنهن ڪري سندن انڊڪوش به ڦوڪيل لڳندا آهن. مرد ماڻهوءَ جا انڊڪوش هيٺ تي ۽ وڏا هوندا آهن جنهن جو سبب خصين جو لهڻ هوندو آهي. جڏهن انڊڪوش هوا نڪتل ڦوڪڻي جيان لڳندا هجن، تڏهن سمجهيو ويندو آهي ته مرد اجان بالغ نه ٿيو آهي ۽ خصيا پوريءَ طرح سان نه لٿا آهن. انڊڪوش عام طور تي جسماني ٽڪ، گرم ڏينهن ۽ ذهني ٽڪ

دوران بہ هيٺ لڙڪي پوندا آهن. ان کانسواءِ انڊڪوش تي ڪن ٻين حالتن جو بہ اثر پوندڙ هوندو آهي، مثال طور، گرمائش، وڏي عمر ۽ هيٺائي ۾ اهي موڪرا ۽ ڍلهڙا تہ ٿڌ سبب، نوجوانن ۽ سگهارن ماڻهن ۾ اهي ڪوئجي گهنججي خصين سان مليل ويندا آهن، ان جو سبب سندن مشڪون هونديون آهن.

انڊڪوش شروعات ۾ پيٽ واري خال (abdominal cavity) سان نري واري لنگهہ (inguinal canal) رستي مليل هوندو آهي. هڪ دفعو جڏهن خصيا پيٽ مان لهي منجهس ايندا آهن تہ پوءِ اهڙو لنگهہ بند ٿي انڊڪوش ۽ پيٽ جي خانن کي هڪ ٻئي کان ڌار ڪري ڇڏيندو آهي. ورلي ائين بہ ٿيندو آهي تہ نري وارو لنگهہ صحيح طرح سان بنججي نہ سگهندو آهي يا منجهس ڪو هنڌ ڪچو يا ڪمزور رهجي ويندو آهي، جنهنڪري پوءِ جڏهن بہ ڪو سخت زور بار وارو ڪم ڪبو آهي تہ اهو کلي پوندو آهي. اهڙي اڻپوري طرح سان بند ٿيل خال کي يا پوءِ واري حالت ۾ کلي پوڻ کي ڇن (inguinal hernia) سڏجي، جيڪو مردن ۾ هڪ عام قسم جو ٿي پوندڙ ڇن آهي. جڏهن ڇن وڏي ويندو آهي، تڏهن آپريشن رستي ان جو علاج ڪري ڪيس بند ڪرڻ ضروري ٿي پوندو آهي تہ جيئن آنڊو هيٺ انڊڪوش ۾ لهي نہ سگهي. هن قسم جو ڇن گهڻي قدر انسانن ۾ ٿئي، جو هو ٻن پيرن تي هلندڙ جانور آهي ۽ ان سبب پيٽ جي هيٺئين حصي تي وڌ ۾ وڌ دٻاءُ وجهندو رهي ٿو. هن قسم جو ڇن باقي ٽٽائتن جانورن ۾ ورلي ٿئي ـــــ جو اهي چوپايا آهن. جڏهن تہ ڪي ٽٽائتا جانور اهڙا بہ آهن، جن جي انڊڪوش جو خال ڪجهہ کليل رهندو آهي، جنهن سبب سندن خصيا اَجنمي (non-reproductive) مندن ۾ پيٽ ۾ هليا ويندا آهن.




ڇن جو اهو قسم جنهن ۾ آنڊي جو وڪڙ خصيائين خال وسيلي هيٺ لهي اچي

# تخمي جيو يا نر ٻج (Sperm)

سائنسي ٻوليءَ ۾ تخمي جيو کي اسپر ميٽوزوون (spermatozoon) سڏبو آهي. جڏهن تہ عام طورتي اسپرم (sperm) سڏبا آهن.

تخمي جيو خصين جي تخمي نلين (سيمائينيفيرس ٽيوبيولس) مان پيدا ٿيندا آهن ۽ آني جي پيٽ ۾ گهڻا تنيا ٿين. ايتري قدر جو اهي خوردبين (microscope) کانسواءِ ڏسي بہ نہ سگهبا آهن.

هر هڪ تخمي جيو سائيز جي لحاظ کان انچ جي پنجين سوين پتيءَ جيترو مس ٿئي، يعني تہ اهي جي پنج سو هڪ ٻئي سان ملائي رکبا تڏهن مس وڃي هڪ انچ جيتري جاءِ والارينداا. تخمي جيو ڏسڻ ۾ ٻيڏڪيءَ (ڏيڏريءَجي ٻچڙ tadpole) جهڙو سندس مٿو چپٽرو ۽ ڇهنبيارو ٿيندو آهي، جو چمچي وانگي سامهون ويکرو تہ پاسيرو ٻنهہ ڏنگڙيءَ وانگر نظر ايندو آهي. تخمي جيو منيءَ جو هڪ اهم حصو هوندا آهن.

بناوت جي لحاظ کان تخمي جيون کي مٿي، ڳچ ۽ ڍڍر ۾ ورهائي سگهبو آهي. تخمي جيو جي مٿي تي هڪ سنهي ڇهنبياري ٽوپي ڦهيل هوندي آهي جنهنکي ائڪروسوم (acrosome) سڏجي. تخمي جيو جڏهن عورت جي آني ۾ گهڙڻ جي ڪوشش ۾ هوندو آهي تہ اها ان مهل لهي ڪيس آني منجهہ گهڙڻ ۾ مدد ڪندي آهي جو منجهس اهڙي قسم جون رسون موجود ٿين. ساڳئي وقت ائڪروسوم، ڪروموسومن جي بچاءَ جو بہ ڪم ڏيندي آهي. تخمي جيون جي چپٽري تراڪڙي مٿي ۾ ڪروموسوم هوندا آهن. ڪروموسوم راڊن جهڙا جسم ٿين جن ۾ جين (genes) ٿين، جيڪي ورثي يا اڳڇڪ (heredity) جا ايڪا آهن.

تخمي جيو جي ڍڍر ۾ ڪيس شڪتيءَ مهيا ڪرڻ لاءِ جوتا هوندا آهن جنکي مائٽو ڪانڊريا (mitochondria) سڏجي. تخمي جيو جي جسم جو ڏگهي ۾ ڏگهو حصو ڳچ آهي، جيڪو سندس منڍيءَ جي پيٽ ۾ ڏهوٽو وڌو ٿئي. ڳچ ۾ ڪيس پروٽيني تاندورا (protein fibres) ٿين جيڪي پاسن تي ڦڙڪي ۽ ڪوئجي ڪيس اڳتي هلڻ ۾ واهر ڪندا آهن. هي هڪ منٽ ۾ انچ جي ڏهين حصي جيترو مفاصلو طي ڪري سگهندا آهن.

تخمي جيون جا ڊول بہ مختلف ٿين. اهي جن جا مٿا بيضوي ۽ نارمل (عام رواجي) هوندا آهن سي عام انزال ۾ جملي تخمي جيون جو 80 کان 90 سيڪڙو ٿين. پر جڏهن اهڙن تخمي جيون جي حد 50 کان 90 سيڪڙو هجي تہ پوءِ بہ اهڙيءَ حالت کي نارمل چئي سگهجي ٿو. منيءَ ۾ جيترا نارمل تخمي جيو گهٽ هوندا اوترا پيٽ ٿيڻ جا موقعا بہ گهٽ تي سگهن ٿا. ائبنارمل (غير رواجي) تخمي جيون جا مٿا گول، پتا يا ٻٽن پچن سان هوندا آهن جڏهن تہ ڪي وڏن مٿن تہ ڪي سنهن مٿن سان بہ ٿي سگهن ٿا.

هي جيستائين مڪمل بالغ نہ ٿيندا آهن تيستائين خصين مان خارج نہ ٿيندا آهن. هر هڪ تخمي جيو کي مڪمل بالغ ٿيڻ ۾ اٽڪل 64 ڏينهن لڳي وڃن ٿا. ــــ تلهي ليکي تہ هر 24 ڪلاڪن ۾ ٻہ سوملين تخمي جيو تيار ٿيندا

رهنتا. تخمي جيون جو ٺهندو رهڻ هڪ مسلسل عمل آهي جيڪو ڪراڙپ ۾ البت پنهنجي ڦڙتاپ گهٽائي ڇڏي ٿو. ائين بالغ ٿيڻ ڪانپوءِ مرڻ گهڙيءَ تائين مرد ماڻهو تخمي جيو پيدا ڪندو رهي ٿو. ٺهڻ ڪانپوءِ، ٻچڙ تخمي جيو ايپيڊيڊائيمس ۾ گڏ ٿيندا ويندا آهن، جتي انهن جي وڌيڪ واڌ مڪمل ٿي پوءِ




(الف) ٿڻائتن جانورن جي تخمي جيون جو هڪ نمونو

(وڏو ڪري ڏيکاريل) ۽ (ب) ان جي اندرين جوڙجڪ

اتان انزال وقت جسم کان ٻاهر نيڪال ٿي ويندا آهن. جيڪي تخمي جيو انزال رستي خارج ٿي نه سگهندا آهن، سي ٽٽندا خصين ۾ ئي جذب ٿي ويندا آهن.

بالغ تخمي جيون جي سراسري عمر 1 کان 12 ڏينهن تائين ٿئي جڏهن ته هنن جي گهٽائي ايپيڊيڊائيمس ۾ 7 کان 14 ڏينهن تائين زنده رهي سگهندي آهي.






غيررواجي تخمي جيون جا قسم

**تخمي جيون جا مختلف ڊول**

## تخمي جيون جو نهڻ :

عورتن جا آنا، آنيدانيون پيدا ڪن ٿيون. آنيدانين ۾ اهڙا ڪچا آنا ڇوڪريءَ جي ڄمڻ کان اڳيئي موجود هوندا آهن. ڄمڻ کانپوءِ اهي پيدا ٿي نہ سگهندا آهن. جڏهن تہ مرد بالغ ٿيڻ کانپوءِ تخمي جيو پيدا ڪندو آهي ۽ جيستائين زنده هوندو آهي تيستائين سندس خصيا، تخمي جيو پيدا ڪندا رهندا آهن.




تخمي جيو جي پيدا ٿي راس ٿيڻ جا مختلف مرحلا.

تخمي جيو، خصين جي بڻيادي سيلن (اسپرمٽوگونيا) ۾ ٺهن ٿا ۽ مڪمل ٿيڻ کان اڳ ڪيترن مرحلن مان گذرن ٿا. اهڙن مرحلن مان گذرندي آخر ڪار منجهن ڪروموسومن جو اصل تعداد گهٽجي اڌ ٿي وڃي ٿو. اهوئي سبب آهي جو هر هڪ مڪمل ۽ راس ٿيل تخمي جيو ۾ ڪروموسومن جو تعداد 23 ٿئي، جن مان 22 آٽوسوم ۽ هڪڙو جنسي ڪروموسوم سڏجي. تخمي جيون جي بڻيادي سيلن ۾ ڪروموسومن جو تعداد ٻيڻو (46) ٿئي يعني تہ ان ۾ 44 آٽوسوم هڪ ايڪس (x) ۽ هڪ واء (y) ڪروموسوم هوندو آهي. جڏهن تہ منجهائن ٺهندڙ نون تخمي جيون مان ڪن ۾ ايڪس تہ ڪن ۾ وري واء ڪروموسوم هوندا آهي. ائين تخمي جيون جي جيڪا ڪُت پيدا ٿئي ٿي ۽ انزال وقت مرد خارج ڪري ٿو ان مان اڌ ۾ 22 آٽوسوم ۽ هڪ واء (y) ڪروموسوم تہ ٻئي اڌ ۾ 22 آٽوسوم ۽ هڪ ايڪس (x) ڪروموسوم هوندا آهن. اهڙين حالتن ۾ جڏهن ڪو اهڙو تخمي جيو جيڪو واء ڪروموسوم وارو هجي ۽ عورت جي آني کي ٻوڪي وجهي تہ اهڙي ٻوڪيل آني ۾ 44 آٽوسوم (22 آني جا ۽ 22 تخمي جيو جا)، هڪ ايڪس (آني جو) ۽ هڪ واء (تخمي جيو جو) ڪروموسوم هوندا. ائين جيڪو ٻچو پيدا ٿيندو، اهو نر (xy) هوندو. پرجي ڪو اهڙو تخمي جيو جنهن ۾ 22 آٽوسوم ۽ هڪ ايڪس ڪروموسوم هجي ۽ اهو آني کي ٻوڪي وجهي تہ پيدا ٿيندڙ ٻچي ناريءَ (xx) ۾ مٽجي ويندو ڇو تہ اهڙي ٻچي ۾ 44 آٽوسوم، هڪ ايڪس ۽ هڪ ٻيو بہ ايڪس ڪروموسوم موجود آهي. ان جو مطلب اهو ٿيو تہ اهو پيءُ ئي آهي، جنهن جا تخمي جيو اهو فيصلو ڪن ٿا تہ پيدا ٿيندڙ ٻار جي جنس مؤنث ٿيندي يا مذڪر! ٻين لفظن ۾ تہ پيدا ٿيندڙ ٻار جي

جنس جو مدار، پدري تخمي جيو جي ان قسم تي هوندو آهي جيڪو عورت جي آني کي پوکي ٿو.




آني ۽ تخمي جيون ۾ موجود ڪروموسومن جو تعداد

اڄڪلهه اهو بہ ممڪن ٿي پيو آهي تہ انساني سيل ۾ موجود ڪروموسومن جا فوٽو ڪڍي انهن جو سائنسي مشاهدو ڪري سگهجي. جنهن ۾ ڪيترين ڳالهين اچي وڃن ٿيون جهڙوڪ: سندن سائيز ۽ جنس جي سجاٽپ وغيره. انهن ۾ جيڪو جنسي ڪروموسوم ننڍو ٿئي اهو ڊول ۾ واءِ (y) اکر جهڙو ٿئي جنهنڪري انکي واءِ جنسي ڪروموسوم چئجي جڏهن تہ ٻيو ايڪس(x) جهڙو آهي، ان سبب ايڪس جنسي ڪروموسوم سڏجي. ائين زنانو جسم جيڪو ڪروڙين سيلن جو ٺهيل آهي انهن مان هر هڪ سيل ۾ 44 آٽوسوم ۽ ٻہ ايڪس ڪروموسوم موجود ٿين. جڏهن تہ مردن جي حالت ۾ اهي 44 آٽوسوم تہ هڪ ايڪس ۽ هڪ واءِ موجود هوندو آهي. اهوئي سبب آهي جو مرد ماڻهو، عورت کان، جسم جي ننڍي ۾ ننڍي سيل جي لحاظ کان بہ نرالو آهي جو سندس هر سيل ۾ واءِ ڪروموسوم موجود آهي.

تخمي جيون جي ڦڙ تائپ جاچڻ لاءِ منيءَ جي تپاس ڪئي ويندي آهي. انزال وقت منيءَ جي هڪ ملي لٽر ۾ تخمي جيون جو تعداد ٻڙيءَ ڪانوٽي به سو ملين تائين به ٿي سگهي ٿو. جڏهن اهي هڪ ملي لٽر ۾ 20 ملين کان مٿي هجن تڏهن اهڙي مني ڪنهن عورت جي کک سائي ڪرڻ لائق سمجهي ويندي آهي. اڪثر ڪري مرد ماڻهو انزال وقت منيءَ جا سراسري طور تي ٽي ملي لٽر خارج ڪريٿو (ننڍو چمچو ٽي ملي لٽر ٿئي) ۽ سراسري طور تي منيءَ جي هر ملي لٽر ۾ هڪ سو ملين تخمي جيو هوندا آهن. جڏهن اهي 20 ملين کان گهٽ تعداد ۾ هجن، تڏهن اهڙي حالت ۾ ٻڪي پئجي نہ سگهندو آهي. تازين کوجنائن مان اهو به ڏٺو ويو آهي تہ تخمي جيون جي تعداد جي پيٽ ۾ سندن ڦڙتائپ وڌيڪ اهميت واري ٿئي ٿي. جڏهن اهي وڌيڪ ڦرت هوندا آهن تڏهن ٻڪي پوڻ جا موقعا به وڌيڪ هوندا آهن، تنهنڪري اهي ماڻهو به ٻڪي وجهڻ لائق ڏٺا ويا آهن جن جي منيءَ ۾ انزال وقت هڪ ملي لٽر ۾ ٽن ملين کان بہ گهٽ تخمي جيو هيا.

جيئن اڳ ۾ بيان ڪيو ويو آهي تہ تخمي جيو عام جسماني ٽمپريچر کان گهٽ ٽمپريچر تي پيدا ٿي سگهندا آهن، ان سبب خصين جو ٽمپريچر باقي جسم کان 3 کان 4 ڈگرين تائين گهٽ هوندو آهي ۽ خصيا الڳ پوشن ۾ جسم کان ٻاهر هوندا آهن. گهڻي ٽمپريچر سبب نہ رڳو تخمي جيو ٺهي نہ سگهندا آهن پر اهو به ممڪن هوندو آهي تہ جيڪي اڳ ۾ ٺهي پنهنجي گدام ۾ پهچي چڪا هجن، اهي بہ تباهہ ٿي وڃن، اهڙو اثر عارضي بہ ٿي سگهي ٿو تہ دائمي بہ. گهڻي گهٽ ٽمپريچر هجڻ سبب وري اهو بہ ممڪن هوندو آهي تہ سندن پيداوار ئي بند ٿي وڃي جڏهن تہ اهڙي ڳالهہ گدامن ۾ موجود تخمي جيون تي اثر انداز ٿي نہ سگهندي آهي. اهو بہ ڏٺو ويو آهي تہ موسم جو بہ تخمي جيون جي پيداوار تي اثر ٿي سگهي ٿو جهڙوڪ : گرم ڏينهن ۾ منيءَ ۾ تخمي جيون جو تعداد گهٽجي ويندو آهي. ٿلهي ليکي تہ تخمي جيون جي گهٽ ٺهڻ جا هيٺيان سبب ٿي سگهن ٿا :

1- خصين جي چوڌاري گهڻي گرمي : جڏهن سوڙها انڊرويئر ۽ اهڙا ڪپڙا پاتا ويندا هجن. ڪم ڪرڻ وارا اهڙا هنڌ جتي گهڻي گرمي رهندي هجي.

2- جسماني ٿلهائپ.

3- عام طورتي سٺي صحت نہ رهندي هجي، اٽپورو کاڌو کائڻ، ڪسرت نہ ڪرڻ، گهڻو تماڪ ڇڪڻ ۽ گهڻو شراب پيئڻ.

4- جذباتي / نفسياتي دٻاءُ هيٺ رهڻ.

5- گهڻي وقت کان وٺي لاڳيتو جماع ڪندو رهڻ، جنهنڪري بہ تخمي جيو بي ڊولا پيدا ٿي سگهن ٿا.

هيئن رت جا مختلف قسم ٿين، تيئن تخمي جيون جي بہ درجي بندي ڪري سگهبي آهي ۽ اهڙي سائنسي طريقي کي اسپرم پرنٽس (sperm prints) سڏيو وڃي ٿو. زوريءَ زنا جي ڪيسن ۾ جيڪڏهن زنا ڪندڙ مرد جي مني، عورت جي مخصوص عضوي مان هٿ اچي وڃي تہ انهيءَ منيءَ جي تپاس رستي اهو ثابت ڪري سگهجي ٿو تہ اهو مرد ڏوهي آهي يا نہ.

اڄڪلهہ انساني منيءَ کي ڄمائي (frozen) تخمي جيون کي بئنڪن ۾

۾ رکيو وڃي ٿو، بلڪل ائين جيئن رت، بلڊ بئنڪ ۾ رکي ويندي آهي تہ جيئن مستقبل ۾ ڪنهن بہ وقت هنرادو طريقن سان نسل جي واڌاري لاءِ اهي تخمي جيو ڪتب آڻي سگهجن يا ڪنهن ضرورتمند کي ڏئي سگهجن. اهڙا تخمي جيو ڪيميائي مرڪبن جي مدد سان سالن تائين سانڍي سگهبا آهن.

## مني (Semen)

جيئن تخمي جيون لاءِ اڳيم پڌايو ويو آهي تہ اهي صرف خصيا ئي پيدا ڪندا آهن ۽ منيءَ ۾ موجود هوندا آهن، تيئن اها ڳالهہ بہ هتي واضع ڪرڻ ضروري ٿي سمجهي وڃي تہ منيءَ ۾ رڳو تخمي جيو نہ پر ڪي ٻيون شيون بہ هونديون آهن، جو مني مختلف شين جي هڪ ڳوڙهي ڪيميائي ملاوت آهي، جنهن ۾ وڌ ۾ وڌ پروٽين ٿين. منيءَ ۾ تلهي ليکي تہ هيٺيون شيون ٿين :

سيمائينل ويزائيڪل جي پاڻيٺ 60 سيڪڙو، پراسٽيٽ غدود جي پاڻيٺ 38 سيڪڙو، منيءَ ۾ موجود مخصوص بوءِ هن غدود جي پاڻيٺ سبب پيدا ٿيندي آهي. جڏهن تہ منيءَ جي باقي 2 سيڪڙي ۾ تخمي جيو ۽ ٻيون پاڻيٺون آهن جيڪي ڪائوپرس (Cowper's) ۽ لٽرس(Litter's) غدود پيدا ڪن ٿا انهن ڪانسواءِ منجهس البيومن، فاسفورس، سوڊيم ڪلورائيڊ، انزائيمون ۽ فرڪٽوز بہ ٿئي، جيڪا هڪ قسم جي کنڊ آهي ۽ جسم جي ٻئي ڪنهن حصي ۾ ورلي ليي. ان لاءِ چيو ويندو آهي تہ اها تخمي جيون کي شڪتي مهيا ڪري ٿي. تلهي ليکي تہ منيءَ جو 90 سيڪڙو پاڻيٺي آهي جنهن ۾ موجود ٻين شين جي نسبت سان گهٽ ۾ گهٽ تخمي جيو هوندا آهن.

هڪ اجايو ۽ عام خيال اهو بہ پيش ڪيو ويندو آهي تہ مني جسم جو هڪ عمدي قسم جو ست/تت آهي ۽ منيءَ جو هڪ ڦڙو رت جي چاليهن ڦڙن مان تيار ٿئي ٿو. اهو خيال قديم چينين ۽ هندو فلسفين جو هيو، جو هو پائيندا هيا تہ مني ستن مرحلن مان گذرڻ ڪانپوءِ تيار ٿئي ٿي، جيڪي آهن : ڪاڌو، رسون، رت، ماس، سٽي، هڏا، مک ۽ مني.

جيئن مٿي چيو ويو آهي تہ منيءَ ۾ موجود، مٿيون سڀ شيون هڪ مقرر مقدار ۾ موجود هونديون آهن. جي سڀ منيءَ ۾ انزال وقت ملنديون رهن ٿيون، جنهن جو سلسليوار عمل هيٺين ريت ٿئي ٿو:

چٽڻ کان اڳ ڪائو پرس غدود پنهنجي پاڻيٺ جا ڪجهہ ڦڙا خارج ڪري ٿو جيڪي شفاف ۽ بي رنگ ٿين، جن جو مکيہ ڪم پيشاب نليءَ ۾ موجود تيزابي اثرن کي ختم ڪرڻ آهي، جو ممڪن هوندو آهي تہ پيشاب ڪرڻ ڪانپوءِ منجهس ڪجهہ تيزابي اثر رهجي ويا هجن (جيئن تہ هيءَ مني نہ پرمذي آهي تنهن هوندي بہ منجهس گهٽي تعداد ۾ تخمي جيو موجود ٿين. تنهن ڪري هن سبب بہ جماع دوران ممڪن هوندو آهي تہ پيٽ ٿي وڃي پوءِ ڀلي تہ انزال نہ ٿيندو هجي) ان ڪانپوءِ انزال ٿيندو آهي جنهن ۾ :

ڦهريائين : پراسٽيٽ جي پتري ڪيرائين پاڻيٺ خارج ٿئي ٿي، جنهن ۾ ڪجهہ

تخمي جيو هوندا آهن.
ٻيو : اها پاٿيٽ خارج ٿئي ٿي جنهن ۾ تخمي جيو هوندا آهن.
ٽيون: سيمائينل ويزائيڪل جي ڦڪي ۽ لڳ لڳدار پاٿيٽ خارج ٿئي ٿي.
ائين انهن سيني شين جي ملڻ سان جيڪا شي پيدا ٿئي ٿي، اها مني آهي. جا ڏسڻ ۾ گهاٽي کير جهڙي، بوءِ جي لحاظ کان تيز ۽ ڪيميائي لحاظ کان نيوٽرل (معتدل) يا الڪلائين (کارائين) ٿئي.

تخمي جيون کانسواءِ باقي منيءَ کي سيمائينل فليوڊ يا منيءَ جي پاٿيٽ (seminal fluid)سڏجي، جيڪا پڻ هڪ گاڏڙ پاٿيٽ ۽ ٽن غدودن جي پيداوار آهي جيڪي آهن : سيمائينل ويزائيڪلس، پراسٽيٽ غدود ۽ ڪائو پرس غدود.

سيمائينل فليوڊ جا ڪيترائي ڪارج ٿي سگهن ٿا، پر ٿلهي ليکي ته ڪجهه مکيه هيٺيان آهن :

1. تخمي جيون جي نيڪال لاءِ وسيلو بڻجڻ.
2. اهي لنگهه جتان تخمي جيو لنگهن ٿا تن لاءِ مک جو ڪم ڏيڻ.
3. عورت جي جنمي ناليءَ ۾ موجود تيزابي اثرن کان تخمي جيون کي بچائڻ.
4. منجهن جهجهي مقدار ۾ کنڊ گهٽي يا گي فرڪٽوز (ميون جي کنڊ) هجڻ ڪري، جاندار تخمي جيون جي خوراڪ جو ذريعو بڻجڻ، ڇو ته تخمي جيون ۾ غذا سانڍڻ جي قوت گهٽ هوندي آهي.

## سيمائينل پلازمن (Seminal plasmin)

ڪوجنائن دوران منيءَ ۾ هڪڙو نئون ڪيميائي مرڪب پڻ لڌو ويو آهي، جنهنکي سيمائينل پلازمن يا مني جي پلازمن سڏجي ٿو. هن ڪيميائي مادي لاءِ چيو ويو آهي ته اهو ايترو ئي طاقتور آهي، جيتري پينسلين دوا ٿي سگهي ٿي. اهو مادو انڊيا ۾ رڍن ۽ ٻڪرين کي هٽرادو طريقن سان افزائش نسل ڪرائيندي لڌو ويو هو.

سيمائينل پلازمن هڪ پروٽيني مادو آهي ۽ هڪ دفعو جڏهن ڪنهن به سيل ۾ گهڙي وڃي ٿو ۽ اتي جي ڪي زهريلا/روڳي جيو موجود هوندا آهن ته هي مادو انهن کي ناس ڪري ڇڏي ٿو. اهڙن روڳي جيون ۾ جيڪڏهن اسٽيفائيلوڪوڪاءِ (stephylococci) ۽ اسٽريپٽو ڪوڪاءِ (streptococci) جهڙا به جيو موجود هجن ته سيمائينل پلازمن انهن کي ناس ڪرڻ ۾ ايتري ئي قوت رکي ٿي جيتري پينسلين، اسٽريپٽومائيسن ۽ ٽيٽراسائيڪلن جهڙيون اينٽي بايوٽڪ دوائون.

سيمائينل پلازمن انسانن کانسواءِ ٻين به ڪيترن جانورن جي منيءَ ۾ لڌو ويو آهي. چيو ويو آهي ته عورت ۽ مرد جي جنسي صحت کي برقرار رکڻ ۾ هي مادو وڏو ڪردار ادا ڪري ٿو. هڪ ماهر جو چوڻ آهي ته هن جي منيءَ ۾ موجودگي ڪري، جماع وقت عورت جي يونيءَ ۾ جيڪي زهريلا جيو حملو ڪندا

رهن ٿا، تن کان هي مادو کين بچائيندو رهي ٿو. ڇاڪاڻ تہ عام رواجي طور تي منيءَ ۾ ڪي اهڙا جيو موجود ٿي سگهن ٿا جي گهٽ ۾ گهٽ مردن جي پاسي کان بار پيدا نہ ڪرڻ جو سبب بڻبا هوندا تنهنڪري لڳي ٿو تہ هن مادي جي موجودگيءَ ڪري اهڙن روڳي جيون تي ضابطو رهي ٿو ۽ ڳڀ پوندو رهي ٿو.

## 3. اپيڊيڊائيمس (Epididymes)

خصيا پنهنجي پيداوار اپيڊيڊائيمس (تخمي جيون جي ڳوٿريءَ) ۾ خالي ڪندا آهن. هن عضوي جو ڪم، تخمي جيون لاءِ عارضي گدام جو ڪم ڏيڻ هوندو آهي. اپيڊيڊائيمس خصين جي مٿان وڙوڪڙ نلين جيان ٿئي. جن جي ڊيگهہ ويهہ فوٽ ڪن ٿيندي.

تخمي جيون کي اپيڊيڊائيمس ۾ 3 هفتا ترسڻو پوندو آهي ۽ انهيءَ عرصي دوران پچت تخمي جيو، اپيڊيڊائيمس جي رتوبتن سبب رسجي مڪمل ٿيندا آهن. تخمي جيو جيستائين هن عضوي مان نہ لنگهندا آهن تيستائين اڻڙت هوندا آهن.

اپيڊيڊائيمس جون نليون اڳتي هلي هڪ ٻئي عضوي، واس ڊفرينشيا ۾ چوڙ ڪن ٿيون، جيڪو هڪ ٿلهو ۽ مشڪائون عضوو آهي ۽ انجو ڪم تخمي جيون کي اڳتي پيشاب نليءَ ڏانهن ڌڪڻ هوندو آهي.

## 4. واس ڊفرينس (Vas deferens)

واس ڊفرينس (تخمي جيو نلي) جي ڊيگهہ 16انچ ڪن ٿيندي. هي نليون اپيڊيڊائيمس مان شروع ٿينديون وڃي پيشاب نليءَ (يوريٿرا) ۾ چوڙ ڪن ٿيون. هر هڪ خصئي مان نڪرندڙ هي نليون انڊڪوش ۾ سندن پاسن کان هونديون آهن. انڊڪوش ۾ انهيءَ هنڌ تي جڏهن ڪو ڏئي کين سبي يا ڪٽي ڇڏبو آهي، تڏهن تخمي جيو اڳتي هلي نہ سگهندا آهن يعني تہ پوءِ منيءَ سان ملي نہ سگهندا آهن ۽ مرد ماڻهوءَ لاءِ ڳڀ وجهڻ جا موقعا ختم ٿي ويندا آهن. جڏهن تہ هو پوءِ بہ جنسي ۽ شهوتي لحاظ کان پڙ رهندو آهي. اهڙيءَ آپريشن کي نس بندي يعني وئسيڪٽامي (vasectomy) سڏجي. هيءَ آپريشن 1960ع واري ڏهاڪي کان وٺي مردن لاءِ ڳڀ روڪ جو هڪ بهترين طريقو سمجهيو وڃي ٿو. اهڙي آپريشن ڪرايل ماڻهوءَ جا خصيا تخمي جيو تہ پيدا ڪندا رهندا آهن، پر نس بنديءَ ڪري کين ٻاهر نڪرڻ جي واهہ نہ ملي سگهڻ ڪري اهي خصين ۾ ئي جذب ٿي ويندا آهن ۽ منيءَ يا آلت تائين پهچي نہ سگهندا آهن. مردن ۾ نس بندي جو هي طريقو ڪيترن ملڪن ۾ گهڻو مقبول ٿي رهيو آهي.




نس بَندي

## 5. سيمائينل ويزائيڪل (Seminal vesicle)

واس ڊفرينشيا ڪانپوءِ تخمي جيو سيمائينل ويزائيڪل (منيءَ جي ڳوٿريءَ) ۾ ايندا آهن. جنهن جو ڪم پڻ تخمي جيون لاءِ گدام جو ڪم ڏيڻ آهي. هي هڪ قسم جي پاڻيٺ پڻ پيدا ڪندو آهي، جنهن ۾ ڪنڊون ٿين، جي تخمي جون لاءِ غذا بڻبيون آهن. انڪانسواءِ هي غدود پروسٽاگلئنڊين (prostaglandin) رتوبت پڻ پيدا ڪندو آهي. هن عضوي جي پيدا ڪيل پاڻيٺ لڳ لڳدار ۽ رنگ جي ڦڪي هوندي آهي، جو منجهس اهڙو رڱيندڙ مادو موجود ٿئي.

## 6. پراسٽيٽ غدود (Prostate gland)

هي غدود واس ڊفرينشيا ۽ پيشاب نليءَ جي چوگرد ٿئي. هي غدود پنهنجي پاڻيٺ ڪانسواءِ تيزابي رتوبتون، خفيف عنصر (trace elements) ۽ انزائيمون بہ پيدا ڪندو آهي، جنهن سبب مني

گهاٽي ۽ ڪيرائين ٽي پوندي آهي. پراسٽيٽ جي پاٽيٽ نه رڳو تخمي جيون لاءِ غذا آهي، پر ڪين جسم کان ٻاهر ڪڍڻ جو وسيلو پڻ بڻبي آهي. پراسٽيٽ جي پاٽيٽ منيءَ ۾ هڪ مخصوص بوءِ پيدا ڪندي آهي.

پراسٽيٽ غدود رڳو مردن ۾ ٿئي جنهنکي ائڪسيسري يا اضافي غدود (accessory gland) به سڏبو آهي. پاٽيٽ پيدا ڪرڻ ڪانسواءِ هي غدود به طرفي وال جو ڪم به ڪندو آهي پوءِ يا ته رڳو پيشاب کي يا رڳو منيءَ کي خارج ٿيڻ ڏيندو آهي، جنهن جو وڏيڪ مدار موقعي مهل تي هوندو آهي. هڪ دفعي جي انزال کانپوءِ پراسٽيٽ غدود کي ڪجهه وقت گهربل ٿئي ته جيئن ٻئي دفعي جي انزال لاءِ پنهنجي ڪجهه رتوبت پيدا ڪري سگهي.

## 7. ڪائوپرس غدود (Cowper's gland)

چٽڻ کان اڳ هي غدود پاٽيٽ جا ڪجهه ڦڙا پيدا ڪندو آهي جي صاف ۽ شفاف ٿين. هن پاٽيٽ جو ڪم پيشاب نليءَ ۾ پيشاب سبب پيدا ٿيل تيزابي اثرن کي ختم ڪرڻ هوندو آهي. اهي ڦڙا اهڙو سٽپائون مک هوندا آهن، جنهن کانپوءِ مني سولائي سان پچڪاريءَ جي صورت ۾ ترڪي نڪري سگهندي آهي. هيءَ پاٽيٽ "مذي" سڏبي آهي. هيءَ جيتوڻيڪ مني ناهي پر تنهن هوندي به منجهس ايترا جهجها تخمي جيو ٿين جو جماع وقت، چٽڻ ڪانسواءِ به هن سبب ڳڀ پئجي سگهي ٿو. مذي، انزال کان اڳ ۽ پوءِ به خارج ٿيندي رهندي آهي ۽ تڏهن پڻ پيدا ٿيندي رهندي آهي، جڏهن شهوتي خيال پيدا ٿيندا رهن. عام طور تي اهو چيو ويندو آهي ته مذيءَ سبب ڪمزوري پيدا ٿئي ٿي، جيڪو هڪ اجايو خيال آهي.

## 8. پيشاب نلي (Urethera)

هي مشڪائين نلي انگريزي اکر ايس (s) جهڙي ٿئي ٿي جا آلت جي وچمان گذرندي سندس منهن تائين هلي وڃي ٿي. هن نليءَ جي ڊيگهه اٺ انچ کن ٿيندي. ٿڻائتن جانورن ۾ هن نليءَ جو ٻٽو ڪارج ٿئي؛ هڪ پيشاب خارج ڪرڻ ۽ ٻيو ڳڀ وجهڻ لاءِ جماع وقت مني نيڪال ڪرڻ.

## 9. آلت (Penis)

انسان ۾ آلت جسم جي بلڪل وچتي ٿيندي آهي. جڏهن ته ٿلهي ليکي ٻين سيني جانورن ۾ اها وچتان ٿڙيل ٿئي. بناوت ۽ جوڙجڪ جي لحاظ کان آلت عورت جي ڪڪڙيءَ سان مشابهت رکندڙ آهي. آلت جو ٻٽو ڪم ٿئي. هڪ عام جيڪو مثاني ۾ گڏ ٿيل پيشاب کي ٻاهر نيڪال ڪرڻ جو

(reproductive) ۽ پيـو خـاص جنسي (urination / micuration)
يعني تہ مني کي عورت جي يونيءَ ۾ داخل ڪرڻ جنهن ۾ مردن جا تخمي جيو ٿين.
آلت کي ٽن حصن ۾ ورهائي سگهي ٿو (1) سوپارو (glans penis)
جنهن تہ آلت جو هي حصو سوپاري جهڙو ڏسڻ ۾ ايندو آهي، تنهنڪري سوپارو
سڏبو آهي، (2) نري (shaft) جيڪا ڍگهي ۽ سسيل حالت ۾ سنهيءَ ۽ ڍليءَ
ڪل سان ڍڪيل ٿئي ۽ سوپاري مٿان وڪڙ کائي کيس ڍڪيل رکندي آهي،
جنهنکي کوپو (prepuce / foreskin) سڏجي ۽ ان جو طهر ڪري کيس
ڪٽيو ويندو آهي (3) جڏهن تہ آلت جو ٽيون حصو پاڙ (root) آهي جيڪا
نهائينءَ جي هڏي سان ڳنڍيل هوندي آهي. نريءَ ۽ سوپاريءَ جي ميلاپ واريءَ
جڳهہ تي جيڪو گهيرو طوطي جي ڳانيءَ وانگي پر گهرو اونهو ۽ چوگرد ٿئي، اهي
ٻئي يعني سوپارو ۽ ڳانو آلت جا وڌ ۾ وڌ حساس ۽ شهوتي حصا آهن.




آلت جي اندرين جوڙجڪ

سوپاري وارو گول حصو باقي انگ جو وڌاءُ ٿئي، سوپاري کانسواءِ باقي سڄي
آلت عام قسمن جي سيلن جي ٺهيل هوندي آهي. جڏهن تہ سوپاري جي کل (کوپو نہ
جنهن جو طهر ڪيو ويندو آهي) عام قسمن جي سيلن بجاءِ خاص قسم جي حساس
سيلن جي پوش جي جڙيل هوندي آهي، عورت جي يوني بہ انهيءَ قسم جي پوش
سان ويڙهيل ٿئي.

اهي ماڻهو جن جو طهر ٿيل نہ هوندو آهي، تن جو سوپارو کوپي سان ڍڪيل هوندو آهي. انگيز دوران سوپاري جو ڪوپو عام طور تي پنهنجي پڪجي وري ويندو آهي تہ جيئن سوپاري جي يوني ۾ جي استر سان گاٽ سبب انزال ٿي سگهي.

سوپارو جيڪو آلت جو مٿو آهي، گول ۽ لچڪدار ٿئي. تمام حساس هجڻ ڪانسواءِ انگير ۾ ان جو رنگ زور ڳاڙهو ٿي ويندو آهي. سوپاري جي مٿئين پاسي وٽ ماس جو اپار، ڪَني ۾ جيان ٿئي، جنهن سبب سندس اهو حصو هڪ آزاد توپي ۾ جيان لڳندو آهي. سوپاري هيٺيان چمڙي ۾ جو وڪڙ ٿئي، جنهنکي تند يا فرينم (frenum) سڏجي. اهو حصو سوپاري کي انگ سان ڳنڍيل رکندو آهي، جي اهو ہيڪڙ لنبو هجي تہ انگيز پورو ٿي نہ سگهندو آهي ۽ اٿپوري انگيز هجڻ سبب گهڻ لست ايندي آهي جنهن ڪري ڪيترائي مرد جلد ڇٽي پوندا آهن. شهوتي نہ هجڻ واري حالتن ۾ آلت ڦلهڙائپ سان خصين مٿان لڙڪيل، هڻ لائڻ سان نرم ۽ ڪونئري لڳندي آهي. اهڙين حالتن ۾ اها نہ تہ سنيوڳ/جماع (coitus) لائق هوندي آهي ۽ نہ ئي يوني ۾ لنگهي سگهندي آهي. شهوت ۾ اچڻ ڪانپوءِ بلڪل سخت، سوٽ ۽ نهائين ۾ جي سڌ ۾ بيٺل هوندي آهي.

آلت انگيز ۾ ڇو ٿي اچي ان جو سبب هي آهي تہ آلت، پاڻيءَ زور (hydrolic power) تي ٺڳندڙ ۽ هلندڙ عضوو آهي. آلت کي هائڊرولڪ پاور انهن ٽن اسفنجي نالين مان ملي ٿو، جيڪي ڦوڪجندڙ سيلن جون ٺهيل ۽ سچي ۾ آلت مان ٿنيديون وڃي نهائين سان ملندڙ هونديون آهن. انهن مان ٻہ ناليون جن کي ڪارپورا ڪيورنوسم (carpora cavernosum= پورا جسم) سڏجي، آلت کي مٿان ۽ پاسن کان ٿين، جي آلت کي ٺڳائڻ ۽ سسائڻ جو ڪم ڪنديون آهن. جڏهن آلت انگيز ۾ نہ هجي تہ اهي رڳو پورا جسم ٿي رهنديون آهن پر جڏهن آلت انگيز ۾ اچڻ واري هجي تہ منجهس رت جي رسد وڌي ويندي آهي. آلت جي پاڙ وٽ هي ناليون مشڪائن ڇلن سان ويڙهيل ٿين تہ جيئن اهي رت جي وهڪ کي واپس ٿيڻ کان روڪي، ڍگهي وقت تائين انگيز برقرار رکي سگهن. هي ناليون ٿئين نالي ڪارپس اسپنجيوسم (corpus spongiosum= اسفنجي جسم) کان نسبتاً ڍگهيون ٿين، جيڪا آلت جي هيٺين پاسي کان يورويٿرا (پيشاب نلي) کي گهيريل ۽ آلت جي منهن ۾ ڦنڊي ان جو سوپارو ٺاهندي آهي. هي ۾ نالي ٻہ انگيز دوران اسفنجي رهندي آهي ۽ سندس ڪم يوريٿرا جي بچاءُ لاءِ هڪ نرم تہ جهڙو هوندو آهي. انگيز دوران هي ٽئي ناليون رت سان ڏٽجي، آلت کي سخت ڪري ڇڏينديون آهن. ائين انگيز ٿيڻ جو مکيہ سبب شريانن جي وڌيڪ رت جو، آلت ۾ اچي ڪيس ڦوڪڻ، ڍگهو، سخت ۽ ڪڙو ڪري ڇڏڻ هوندو آهي.

ڪل جيڪا هنن نالين (نري ۾) کي ڍڪيل رکي اها ڇهڻ ۽ دٻاءُ جهڙين ڳالهين لاءِ وڌ ۾ وڌ حساس هوندي آهي. آلت جي منهن، سوپاري ۾ اهڙي حس وڌ ۾ وڌ ٿئي ۽ باقي نري ۾ ڏانهن اها گهٽبي ويندي آهي جيڪا جيئن پوءِ تيئن ڇهڻ جي پيٽ ۾ دٻاءُ لاءِ وڌ ۾ وڌ حساس ٿيندي ويندي آهي.

جيستائين بالغ نٿو ٿجي، تيستائين انگ ننڍو هوندو آهي. پر جڏهن بالغ ٿجي

ٿو تہ نہ رڳو آواز ڳورو ٿي وڃي ٿو، نهانئين تي وار اپرن ٿا ۽ تخمي جيو پيدا ٿيڻ شروع ٿين ٿا، پر انگ بہ وڌڻ شروع ڪري ٿو. ڪن ۾ بالغ ٿيڻ سان انگ بہ تڪڙو وڌڻ شروع ڪندو آهي تہ ڪن ۾ وري آهستي آهستي. اهڙا مرد جن جو انگ آهستي واڌ ڪائي تن کي پريشان ٿيڻ نہ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ اهو آهستي آهستي واڌ ڪائي نيٺ پنهنجيءَ اصلي سائيز کي پهچي ويندو آهي، گهڻو ڪري 17 سالن جي عمر کي پهچڻ سان آلت ايتري وڌي ويندي آهي جيتري وڌڻ گهرجي، ان عمر کانپوءِ بہ آلت اڌ کان هڪ انچ تائين واڌ ڪائي سگهي ٿي.

ڪن حالتن ۾ آلت عارضي طور تي ننڍي بہ ٿي ويندي آهي جهڙوڪ: ٿڌن ڏينهن ۾، ٿڌي پاڻيءَ ۾ ٻوڙڻ کانپوءِ، گهڻي ٿڪ يا ساٿائي ۾ يا سنڀوڳ ۾ ناڪام ٿيڻ کانپوءِ. اهڙين حالتن ۾ اهو بہ ممڪن هوندو آهي تہ خصيا ۽ سندن پوش بہ چڪجي جسم سان لڳي وڃن. انڪانسواءِ ڪراڙپ ۽ گهڻي زماني کان وٺي سنڀوڳ نہ ڪرڻ وارين حالتن ۾ انگ دائمي سوس ڪائي سگهي ٿو.

ڪن ٿڻائتن جانورن جي انگ ۾ هڏ هوندو آهي. اهڙي انگ کي هڏائين آلت (Os penis) سڏجي. جڏهن تہ انساني آلت ۾ هڏ نہ ٿئي، جيڪو ڪيس نڪڻ ۾ مدد ڪندو هجي، ائين گهوڙي ۽ ماڻهوءَ وغيره ۾ انگ جي نوڳ، رت جي پريشر (دٻاءُ) سبب ٿيندي آهي. جڏهن تہ ڪن جانورن جهڙوڪ : گهٽن ۽ ٻڪرن جو انگ لچڪدار پر تندائون (fibrous) هوندو آهي، جنهنڪري اهو سسيل حالت ۾ بہ سخت محسوس ٿئي. اهڙي انگ جي نوڳ مشڪن سبب ٿيندي آهي. انهن مان ڪي انگ جهڙوڪ : ڪتي جو، جڏهن گهٽا ڦوڪجي ۽ ڦنبي وينڌا آهن تہ ڳنڍ پيدا ڪري وجهندا آهن جنهنڪري گانڍرجڻ واري حالت پيدا ڪندا آهن ۽ ائين اهي جانور، لڱ دوران ڪجهہ وقت تائين هڪ ٻئي کان الڳ ٿي نہ سگهندا آهن.

سيني پرائيميٽس (primates = مٿئين درجي جا ٿڻائتا جانور) ۾ جسماني ڊول ۽ قدبت جي پيٽ ۾ انسانن کي ئي رڳو ڊگهي ۾ ڊگهي آلت ٿئي ۽ ان جي جيڪڏهن پرائيميٽ گروهہ جي ٻين جانورن سان ڀيٽ ڪبي تہ انساني آلت، انگيز کانپوءِ نہ رڳو گهٽي ۾ گهٽي ڊگهي پر ٿلهي بہ گهٽي ۾ گهٽي ٿي وڃي ٿي.

# انگيز (Erection)

انگيز هر عمر ۾ ٿي سگهي ٿو. ڄمڻ جي ڪجهہ منٽن کانپوءِ تہ 80 سالن جي پوڙهن ۾ بہ انگيز ڏٺو ويو آهي. جڏهن تہ صحيح معنيٰ ۾ انگيز جو مزو، عام طور تي بالغ ٿيڻ سان ئي پيدا ٿئي ٿو جيڪو ڪراڙپ تائين هلي ٿو. انگيز آهستي آهستي تہ جلد ٽن سيڪنڊن اندر بہ ٿي سگهي ٿو. ساڳئي طرح سان اهو ختم بہ آهستي آهستي تہ يڪدم بہ ٿي سگهي ٿو. انگيز ڪيترو وقت رهي ٿو ان جو مدار هر فرد ۾ گهٽ وڌ ٿي سگهي ٿو جنهن جو وڌيڪ مدار موقعي محل تي پڻ هوندو آهي جڏهن تہ عمر سان گڏو گڏ ان جي سختي بہ گهٽبي ويندي آهي.

انگيز ٻن ڳالهين سبب ٿئي ٿو (1) آلت جي نريءَ وارن اسفنجي سيلن ۾

رت جو دورو عام حالتن جي پيٽ ۾ گهٽ ٿي وڃي ٿو، جو جنهن رفتار سان رت انهن ۾ ويندي رهي ٿي اوتري رفتار سان واپس ٿي نہ سگهندي آهي، ڇاڪاڻ تہ اسفنجي هجڻ سبب انهن ۾ بي تحاشا رت جذب ڪرڻ جي قوت هوندي آهي.
ڪوجنائن دوران ڏٺو ويو آهي تہ سوس واريءَ حالت جي ابتڙ انگيز دوران انگ ۾ پنجوٽي ڇهوٽي دفعا وڌيڪ رت جي وهڪ ٿيندي رهندي آهي (2) آلت ۾ هڪڙا خاص سيل ٿين جيڪي تاءَ ۾ اچي پهرئين ڳالھ جا مددگار ٿين ٿا ائين سنيو ڳ دوران آلت ڏانهن ويندڙ شريانون ڦوڪجي ۽ نسون ڪوئجي ويندي ون آهن، جيڪو تنتي سرشتي جي ڪنٽرول هيٺ ٿيندو آهي. شريانن رستي گهڻي مقدار ۾ رت، آلت جي اسفنجي سيلن ۾ گردش ڪندي رهندي آهي. آلت پڻ انهن ئي اسفنجي سيلن جي جڙيل هوندي آهي.
انگيز ٿيڻ جي عمل کي هيٺئين مثال سان پيتي اهو سولائيءَ سان سمجهي سگهجي ٿو.
جيڪڏهن اسفنج جي ڪنهن ٽڪري کي پاڻيءَ ۾ ٻوڙجي تہ سندس وٿيون پاڻيءَ سان ڀرجي وڃڻ ڪري، اسفنج جو اهڙو ٽڪرو وڌندو ڦوڪبو ويندو ۽ ان حالت ۾ تيستائين رهندو، جيستائين سندس پاڻي خارج نہ ڪيو وڃي. ساڳئي طرح سان آلت ۾ جهجهيءَ رت جي داخل ٿيڻ سان سندس سائيز ۽ ڊول ۾ فرق اچي وڃي ٿو.
آلت ۾ رت جي جهجهي رسد ٿيڻ جو ڪارڻ اهي حساس تنتون (nerves) آهن، جيڪي مغزي ڏوريءَ (spinal cord) ۾ ٿين، جيڪي آلت جي رت نلين کي ڦنڊائي ڪين رت جي ايتري تہ گهڻي رسد مهيا ڪن ٿيون جو ان سبب آلت ڦلهڙيءَ حالت مان بدلجي سخت راڊ جيان ٿي پوي ٿي. آلت ۾ اهڙو ڦيرو جنسي خواهش ۽ شهوتي خيالن سبب اچي ٿو. آلت انگيز ۾ اچڻ ڪانپوءِ نہ رڳو سخت ۽ لچڪدار پر ڪنهن قدر ونگيل پڻ رهي ٿي، سندس اهڙو ونگيل هجڻ عورت جي يونيءَ جي ونگيل هجڻ سان نهڪندڙ هوندو آهي.
آلت جو انگيز ۾ اچڻ جو اهڙو عمل رڳو ۽ رڳو تنتي سرشتي جي اثر هيٺ ٿئي ٿو، جنهن تي وري مغزي ڏوريءَ جي انهيءَ هيٺئين حصي جو اثر پوندو آهي جنهن جو مرڪز ڊونگريءَ ۾ ٿئي. ائين جڏهن اهو مرڪز تاءَ ۾ اچي ٿو تہ آلت رت جي رسد سان ڏٽجي آخر ڪار انگيز ۾ اچي وڃي ٿي. انگيز ۾ اچڻ سبب رت جو گهڻو مقدار آلت جي اسفنجي ٽشوئن ۾ اچڻ، پراسٽيٽ غدود ۽ مشڪن جي ڀڪوڙجي وڃڻ سبب اهو ناممڪن ٿي پوي ٿو تہ رت جو وهڪرو واپس ٿئي، ائين نہ رڳو انگيز برقرار رهندو آهي پر ساڳئي وقت، پيشاب نليءَ جو مثاني تائين لنگهہ بہ ٻنججي بند ٿي ويندو آهي. ائين پيشاب نلي جنهن جو عام رواجي حالتن ۾ ڪارج پيشاب خارج ڪرڻ ٿئي اها ڪجهہ وقت لاءِ بند ٿي رڳو سنيوڳ لاءِ مخصوص ٿي ويندي آهي. اهوئي سبب هوندو آهي جو آلت جڏهن بلڪل انگيز ۾ هوندي آهي تڏهن ان حالت ۾ سولائيءَ سان پيشاب ڪري نہ سگهبو آهي، ڇاڪاڻ تہ پيشاب سرشتي جو اهڙو سچو لنگهہ رڳو منيءَ خارج ڪرڻ لاءِ مخصوص ٿي ويندو آهي.

صبح جو سوير انگيز ٿيڻ جو مکيہ سبب، مثاني جو پيشاب سان پرجي وڃڻ هوندو آهي. جڏهن تہ باقي ٻين وقتن تي انگيز ٿيڻ جو مکيہ سبب، مغز کي تنتي مرڪز کان اشارا ملڻ هوندا آهن. جيڪي نفسياتي يا شهوتي خيالن پيدا ٿيڻ سبب يا ڪن اندرئين عضون جهڙوڪ: سيمائينل ويزائيڪل جي پرجي وڃڻ يا انگ جي مهڻ سهڻ ڪرڻ سبب بہ ٿيندو آهي.

انگيز ڪانپوءِ آلت جي ڊيگهہ ۽ ٿولهہ ۾ گهڻو فرق اچي وڃي ٿو. ساڳئي وقت اهو ٻڌائڻ بہ ڏکيو هوندو آهي تہ انگيز دوران ڪنهن ماڻهوءَ جي آلت ڪيتري ڊگهي ۽ ٿلهي ٿي سگهي ٿي البت سوس وارين حالتن ۾ انگ ساڍن ٽن انچن ($3\frac{1}{2}$) ڪان پوڻن چئن انچن ( $3\frac{3}{4}$) تائين، تہ نوڳ وارين حالتن ۾ انجي سراسري ڊيگهہ چئن ڪان ڇهن انچن تائين تہ ٿولهہ جو گهيرو ساڍن ٽن ڪان ساڍن چئن انچن تائين ٿي سگهي ٿو.

هر فرد ۾ آلت جي ڊيگهہ ۽ ٿولهہ مختلف ٿي سگهن ٿي. ڪي مرد اهڙا ٿين، جن جو نوڳ دوران انگ خاص طور تي ٿلهو ٿي ويندو آهي. ڊيگهہ جي نسبت سان اهڙيءَ آلت جي ٿولهہ جو گهيرو وڌيڪ هوندو آهي، ڪن ۾ وري اهو رڳو ڊيگهہ ۾ ڊگهو ٿي ويندو آهي. تازين کوجنائن مطابق تہ گهڻن ماڻهن جي آلت جي ڊيگهہ نوڳ وارين حالتن ۾ سوا چار انچ تہ ڪن جي پنجن ڪان ستن انچن تائين پڻ ٻڌائي وئي آهي. هن وقت تائين جيڪا ڊگهي ۾ ڊگهي آلت رڪارڊ ڪئي وئي آهي، اها 12 انچ آهي، جڏهن تہ ننڍي ۾ ننڍي انگ جي ڊيگهہ (خصين سميت) اڌ انچ ڪان بہ گهٽ ڏٺي وئي آهي ۽ اهڙي آلت پڻ ٻين جيان نارمل طرح سان ڪم ڪندڙ ٿي سگهي ٿي.

انگ جي ٿولهہ ۽ ڊيگهہ جو مردن جي قدبت ۽ هڏڪاٺ سان جئين عام خيال ڪيو ويندو آهي، ڪابہ نسبت نہ هوندي آهي ۽ نہ ئي ڪنهن سُسيل آلت مان ان جي انگيز وقت پهچندڙ سائيز جو اندازو لڳائي سگهبو آهي. البت ايترو ضرور ڏٺو ويو آهي تہ سُسيل انگ جڏهن سسيل حالت ۾ ئي ڊگها هوندا آهن تہ اهي نوڳ ۾ اصل سائيز کان 75 سيڪڙي تائين وڌي سگهندا آهن جڏهن تہ ننڍڙن سُسيل انگن جي اهڙي واڌ سو سيڪڙي تائين تہ ڪڏهن ڪڏهن انهيءَ کان بہ وڌيڪ ٿي سگهندي آهي. ٿلهي ليکي تہ ڪنهن ٿلهي ۽ ڊگهي ماڻهوءَ جو انگ اصل للڙي تہ ٻندري ۽ سنهڙي جو گهڻو وڏو بہ ٿي سگهي ٿو.

آلت جي سائيز جو جماع جي لست سان بہ گهڻو واسطو نہ هوندو آهي. ماهرن جو چوڻ آهي تہ ڪنهن ماڻهوءَ جو انگ جيڪڏهن انگيز ڪانپوءِ ساڍا چار انچ بيهي ٿو تہ اهو بہ ڪيس اوترو ئي مزو ڏئي سگهي ٿو، جيترو اٺن انچن وارو، ائين بہ ناهي جئين عام خيال ڪيو ويندو آهي تہ ڊگهي آلت واري مرد کي عورتون وڌيڪ پسند ڪن ٿيون يا اهڙا مرد وڌيڪ شهوتي ٿين ٿا يا هو پنهنجي ساٿڻ کي پرپور طرح سان مطمئن ڪري سگهن ٿا، اهو ويساه ڪرڻ بلڪل غلط آهي، ڇاڪاڻ تہ اصل راز ان ڳالهہ ۾ هوندو آهي تہ عورت جي ڪڪڙيءَ کي تاءُ ۾ آندو وڃي، جو اهائي وڌ ۾ وڌ سيسراتيون ڏياريندڙ شهوتي لست پيدا ڪريٽي ۽ ان جو مدار انگ جي ننڍ وڏائي سان نہ پر ڪڪڙيءَ جي ٽيڪنيڪي (حرفت سان) مهڻ سهڻ ڪرڻ سان آهي. ساڳئي وقت سائنسي لحاظ کان اها ڳالهہ بہ غلط سمجهي ويندي

آهي تہ ڪن مخصوص قومن جي آلت ڊگهي ٿئي، البت ايترو ضرور آهي تہ ڪنهن فرد جي آلت جي سائيز تي اڌ چڪ جو اثر پئجي سگهجي ٿو. جڏهن تہ سائنسي لحاظ کان ڪنهن بہ دوا درمل، ليپ يا اوزار رستي آلت جي ڊيگهہ ۾ واڌارو آڻي نہ سگهبو آهي.

## انزال (Ejaculation)

انزال هڪ اهڙو سلسلوار عمل آهي، جنهن ۾ مني آلت مان زورائتي گوهي جي صورت ۾ نڪري ٿي، اهڙو زورائتو گوهو انگيز سان تہ بنا انگيز جي بہ نڪري سگهي ٿو، جڏهن گهڻي وقت کان وٺي جماع نہ ڪجي ۽ پوءِ انزال ٿئي تہ اهڙي انزال وقت گوهي جي پچڪاري ٽن فوٽن يا ان کان بہ وڌيڪ مفاصلي تائين وڃي سگهندي آهي. جڏهن تہ سراسري طور تي، گوهي جي پچڪاري 7 کان10 انچن تائين پري وڃي سگهي ٿي.

انزال جي زور جو مدار عمر، صحت، مشڪن جي طاقت ۽ انگيز جي پنهنجيءَ سختيءَ تي پڻ منحصر هوندو آهي. جڏهن جماع جلد جلد ڪبو آهي تڏهن انزال جو زور گهٽجي ويندو آهي، ڇو تہ اهڙين حالتن ۾ پراسٽيٽ غدود کي ايترو وقت ئي ملي نہ سگهندو آهي تہ اهو ايندڙ انزال لاءِ پنهنجيون رتوبتون پيدا ڪري سگهي. اهوئي سبب آهي جو گهڻي جماع ڪرڻ سبب منيءَ جو مقدار گهٽ ٿيندو ويندو آهي ۽ اهڙين حالتن ۾ جڏهن انزال ٿئي تہ منجهس تخمي جيو نہ جهڙا ۽ پاٿيٽ وڌيڪ هوندي آهي يا ائين سمجهجي تہ رڳو پاٿيٽ هوندي آهي.

جڏهن ٽن يا ٽن کان وڌيڪ ڏينهن تائين انزال نہ ٿئي تہ اهڙين حالتن ۾ منيءَ جو، سراسري طور تي ٽن کان ساڍن ٽن ملي لٽرن تائين مقدار خارج ٿي سگهندو آهي، مختلف ماڻهن ۾ اهو مقدار گهٽ وڌ بہ ٿي سگهي ٿو.

انزال وقت مني هڪ پٺيءَ پٺيان ڇهن گوهن جي صورت ۾ خارج ٿئي ٿي، جنهن ۾ پهريان گوها وڌيڪ ۽ پوءِ وارا گهٽ زورائتا هوندا آهن. انزال ۾ ڏهن سيڪنڊن تائين وقت لڳي سگهيٿو جنهن ۾ مکيہ دخل آلت جي پاڙ وٽ موجود مشڪن جي پيڪوڙ جو هوندو آهي. انزال وقت هڪ سلسلوار عمل وجود اچي ٿو جنهن ۾ ؛ پيشاب نلي جو منهن بند ٿي وڃي ٿو تہ جيئن منجهس پيشاب جو ڦڙو بہ اچي نہ سگهي ،سيمائينل ويزائيڪل ۽ خصين جي ٻين غدودن جون رتوبتون ٽڏي تي ملي هڪ ملاوت ٺاهين ٿيون ۽ مردن جي نهائين جون مشڪون پيڪوڙجي هڪ اهڙو سلسلو پيدا ڪن ٿيون جنهن سبب آلت کي اڳتي ٺيلها ڏيڻا پوندا آهن تہ جيئن اها عورت جي يونيءَ ۾ وڌ ۾ وڌ اونهائيءَ تائين پهچي سگهي، ائين سڄو جسم اڳتي پوئتي ٿيندو رهندو آهي.

## طهر (Circumcision)

اٺطهريلن ۾ سڄي سوپاري هڪ سنهي ۽ ڍلي چمڙيءَ سان ڍڪيل ٿئي

جنهنکي کوپو (prepuce) سڏبو آهي، جيکو سوپاري کان پنتي سولائي سان ورائي سگهبو آهي. مسلمان ۽ يهودي مذهبي لحاظ کان ان جو طهر ڪرائيندا آهن. انکاسواءِ ٻيا بہ ڪيترائي ماڻهو طهر ڪرائيندا رهن ٿا جو صحت جي لحاظ کان اهو ضروري سمجهيو ويجي ٿو.

اميريڪا ۾ تہ ڄمندڙ ٻارن جي طهر ڪرائڻ جي رسم آهستي آهستي زور وٺي رهي آهي. ماهرن جو چوڻ آهي تہ طهر ڪرائڻ کانپوءِ آلت ۽ يونيءَ جي ڪينسر يا اهڙن ٻين لاڳاپيل مرضن جي پيدا ٿيڻ جو امڪان نٿو رهي.

طهر جي رسم ايتري پراڻي آهي جيتري تاريخ. قديم مصري پنهنجن غلامن جو طهر ڪرائي ڇڏيندا هيا تہ جئين انهن جي سولائي سان سڃاڻپ ڪري سگهجي. سائنسي لحاظ کان طهر ڪرائڻ کانپوءِ آلت سنئيءَ طرح سان صاف رهي ٿي. اڻطهريل هجڻ جي حالت ۾ کوپي اندر سڙيو مادو (smegma) ۽ مَرُ وغيره گڏ ٿي وڃي ٿي، جنهنکري کو خطرناڪ مرض يا انفيڪينشن وغيره ٿي سگهي ٿو. اڻطهريل آلت جي چڱيءَ طرح سان صفائي نہ ڪرڻ ڪري ان مان بدبوءِ پيدا ٿي سگهيتي. ورلي اهڙي بہ حالت پيدا ٿي سگهندي آهي جو کوپي کي سوپاري تي ورائي نہ سگهبو آهي (phemosis) جيڪا مسلسل بيماريءَ ۽ انگيز ۾ اٽڪاءَ جو سبب بڻبي رهندي آهي. اهڙي ٻي بيماري پئرافيموسس (paraphemosis) بہ ٿي سهگي ٿي، جنهن ۾ کوپو سوپاري تي ايترو تہ زور سان چنبڙيل رهندو آهي، جو ان سبب آلت جي آخر تائين رت جي رسد پهچي نہ سگهندي آهي.

اڻطهريل هجڻ سبب ممڪن هوندو آهي تہ ڳڀڻ (cervix) جي ڪينسر ٿي پوي ان کانسواءِ طهريل هجڻ جو وڏي ۾ وڏو فائدو هي هوندو آهي تہ اهڙو ماڻهو جماع دوران بهترين لست ۽ مزو ماڻي سگهندو آهي جو طهريل هجڻ سبب سوپاري جي کل نہ رڳو خشڪ ۽ صاف رهي ٿي پر ڪپڙن ۽ لٽن سان گسڻ ڪري، پنهنجي حساسيت بہ گهٽائي ڇڏي ٿي ۽ ائين جماع ڪرڻ سان انزال دير سان ٿئي ٿو. آفريڪا ۾ ڪي قبيلا پنهنجو طهر رڳو انڪري ڪرائيندا آهن تہ جئين ڪين انزال دير سان ٿي سگهي. جڏهن تہ ڪيترن ماڻهن جو انهيءَ ڳالهہ سان اتفاق ناهي. سندن چوڻ آهي تہ طهريلن ۾ بہ اهڙيون تڪليفون ڏٺيون ويون آهن جيڪي اڻطهريلن ۾ ۽ وڏي ڳالهہ تہ جنسي لست حاصل ڪرڻ جو رڳو هنڌ سوپاري کي نٿا سمجهن.

## مردانا جنسي هارمون (Male sex hormones)

جئين اڳ ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي تہ خصيا تخمي جيون کانسواءِ هڪ ٻي بہ اهم شي پيدا ڪندا آهن، جنهنکي هارمون (hormone) سڏجي. اهڙو هڪڙو مکيہ هارمون ٽيسٽو سٽيران آهي جيڪو مردانو هارمون سڏبو آهي. هي هارمون خصين ۾ موجود انٽر اسٽيشيل سيل پيدا ڪندا آهن، خصيا هن هارمون جو ٿورو ٿورو مقدار تڏهن ئي پيدا ڪرڻ شروع ڪندا آهن، جڏهن ٻار جي واڌ ٿيندي رهندي آهي، ٻار ۾ هن هارمون جو هجڻ انڪري بہ ضروري هوندو آهي تہ جيئن ان

۾ مردانيون خاصيتون پيدا ٿيڻ شروع ٿين. جيستائين بالغ نٿو ٿجي، تيستائين هن هارمون جي پيداوار گهٽ هوندي آهي ۽ تخمي جيو بہ تيار ٿي نہ سگهندا آهن.

ٽيسٽوسٽيران ڪانسواءِ خصيا هڪ ٻيو بہ هارمون ايسٽروجن (estrogen) پيدا ڪندا آهن. هي اصل ۾ زنانو هارمون آهي جيڪو عورتن ۾ گهڻي مقدار ۾ پيدا ٿيندو آهي. جسم ۾ هنن ٻنهي هارمونن جو توازن ۾ هجڻ ضروري هوندو آهي تہ جيئن مردن ۾ مردانيون خاصيتون غالب ٿي سگهن.

نرن ۾ ٽيسٽوسٽيران هارمون جو ڪارج بلڪل ساڳيو آهي، جيڪو ايسٽروجن ۽ پروجيسٽران هارمونن جو نارين ۾ ٿئي، بالغ ٿيڻ سان جڏهن ٽيسٽو سٽيران هارمون جو مقدار رت ۾ وڌڻ لڳي ٿو تہ ان سبب ڏاڙهي اچڻ، سيني تي وارن جو اپرڻ، آواز جو ڳورو ٿي وڃڻ ۽ مشڪن ۽ هڏن جو ٻلوان ٿي ڳيرو نوجوانن ۾ نارين جي ڀيٽ ۾ ڊگهي عرصي تائين واڌ ڪرائڻ هوندو آهي. اهو بہ هن هارمون جو ڪم آهي تہ هي جنسي سرشتي جي عضون جي سائيز ۽ سندن ڪم کي ڏائم قائم رکندو آهي. ٽيسٽوسٽيران هڪ ٻئي هارمون فولائيڪل اسٽيموليٽنگ هارمون (FSH= هي هارمون پٽيوٽري غدود مان نڪري) سان ملي، تخمي جيون جي پيداوار کي تيز ڪري ڇڏيندو آهي.

اهي ماڻهو جن ۾ ٽيسٽوسٽيران جي پيدائش ٿي نہ سگهندي آهي، سي کدڙا (eunuch) رهندا آهن ۽ ان سبب منجهن سموريون مردانيون خاصيتون بہ پيدا ٿي نہ سگهنديون آهن. اهڙن مردن جو جڏهن ٽيسٽوسٽيران وسيلي علاج ڪيو وڃي تہ منجهن مردن واريون صفتون تہ پيدا ٿي سگهنديون آهن، پر هو تخمي جيو پيدا ڪري نہ سگهندا آهن.

ٻين جانورن ۾ جنسي هارمون شهوت ۽ لڳ ڪرڻ جهڙين ڳالهين لاءِ ڪين اپاريندا رهندا آهن، جڏهن تہ انساني سياءِ ۾ ان ڳالهہ جي اجا تائين مڙيوئي ڄاڻ حاصل ٿي آهي. اهڙا ڪراڙا مرد ۽ عورتون جن جا جنسي هارمون گهڻيءَ حد تائين گهٽجي ويل هجن، تن ۾ بہ گهڻي شهوت ڏٺي وئي آهي انهن ۾ جيتوڻيڪ گهڻي وقت کان وٺي جنسي قوت گهٽجي ويل هوندي آهي پر پوءِ بہ هو سنڀوڳي عمل مان مطمئن رهندا آهن.

هتي اها ڳالهہ ڪرڻ بہ دلچسپي کان خالي نہ ٿيندي تہ نرن ۽ نارين جا ڪي عضوا، ايسٽروائڊ هارمونن سبب وڌ ۾ وڌ متاثر ٿيندا آهن. عورتن ۾ اهڙا عضوا ڳيپرڻ ۽ اره تہ نرن ۾ پراسٽيٽ غدود اهڙا هنڌ آهن جتي عام طور تي ڪينسر ٿي پوندي آهي. جڏهن تہ ڪن حالتن ۾ اهو ممڪن هوندو آهي تہ پراسٽيٽ ڪينسر جو علاج ايسٽروجن هارمون سان ڪيو وڃي، جو ڏٺو ويو آهي تہ ٽيسٽوسٽيران جو اثر ايسٽروجن هارمون جي ابتڙ آهي. جيئن تہ انهن ڳالهين جي اجان تائين مڪمل ڄاڻ حاصل ٿي نہ سگهي آهي تہ جنسي هارمونن جو ڪينسرئي يا مرض سان ڪيئن لاڳاپو ٿي سگهي ٿو، پر تڏهن بہ هن قسم جي کوجنا تي وڏو ڪم هلي رهيو آهي.

ان سلسلي ۾ مردن ۽ عورتن جي جنسي هارمونن تي جيڪي کوجنائون

هلي رهيون آهن، تن مان اهو ڏنو ويو آهي تہ گانجو (marijuna) جيڪو پنگ (cannabis) جو هڪ اهم جزو آهي، ان جو تاثير ايسٽروجن هارمون وارو آهي ۽ ان جي استعمال سان ڪوئن ۾ اَمذڪرائي (demasculinising) خوبيون پيدا ٿين ٿيون. جڏهن تہ انسانن ۾ ان سبب، رت ۾ ٽيسٽوسٽيران جي ليول گھٽجي ٿي ۽ ڏاڙهي جي واڌ نسرڻ لڳي ٿي.

## بالغ ٿيڻ (Puberty)

بالغ ٿيڻ سان جسم ۾ وڏيون تبديليون اچن ٿيون. هي اهو وقت آهي، جڏهن ٻار پيدا ڪرڻ جي سگھہ پيدا ٿي چڪي هوندي آهي جو چوڪرن ۾ سندن خصيا تخمي جيو پيدا ڪرڻ لڳندا آهن. انڪانسواءِ ٻيون بہ ڪيتريون ئي اهڙيون تبديليون آهن جن جو جسم جي سيني حصن تي اثر پوندو آهي. ساڳئي طرح سان نفسياتي لحاظ کان بہ ڪي تبديليون ايندڙيون آهن. اهڙيون ڪي مخصوص ڳالهيون جيڪي بالغ ٿيڻ سان پيدا ٿين ٿيون هيٺيون آهن :

1- خصين ۽ انڊڪوش جو وڌڻ.
2- نهائين تي وار ظاهر ٿيڻ.
3- آلت جو وڌڻ شروع ڪرڻ.
4- قد ۾ تڪڙي واڌ ٿيڻ.
5- ڪلها موڪرا ٿيڻ.
6- آواز ڳورو ٿيڻ.
7- ڪڇن جا وار ۽ منهن تي ريھہ ظاهر ٿيڻ.
8- تخمي جيو ايتريءَ حد تائين پيدا ٿيڻ جو رات جو تڙ بہ پئجي سگھي ٿو.
9- نهائين جا وار گھرا ٿيڻ.
10- پراسٽيٽ غدود جي واڌ ڪائڻ ۽
11- مرد جو طاقت ۾ سگھارو ٿيڻ.

انڪانسواءِ ٻيون بہ ڪي خاص تبديلون اچن ٿيون جھڙوڪ : چمڙيءَ جو وڌيڪ سٽيو، کهرو ٿي وڃڻ، ڦهريون دفعو ڪڇ ۽ جنمي عضون مان بوءِ جو پيدا ٿيڻ. ساڳئي وقت جسم جي ڪن ڪمن ۾ واڌ اچڻ جھڙوڪ: بلڊپريشر، رت جو مقدار ۽ رت جا ڳاڙها سيل وڌي ويندا آهن. دل جي ڌڙڪڻ، جسم جو ٽمپريچر ۽ ساھہ کڻڻ جي رفتار ڪجھہ گھٽجي ويندي آهي. جڏهن تہ ڦڦڙن جي طاقت وڌي ويندي آهي، هڏا وڌيڪ مضبوط ۽ ٽاڪٽا ٿي جسم جي ڊولاٽتين ڦيرين گھيرين جي نسبت سان نهڪندڙ ٿي ويندا آهن. عام طور تي اٽڪل 18 سالن جي ڄمار تائين واڌ جو گھڻو دور پورو ٿي چڪو هوندو آهي. انڪانپوءِ قد ۾ بہ سيڪڙي تائين ٻيو بہ واڌارو ايندو آهي، جڏهن تہ ڪن حالتن ۾ اهي ڳالهيون ڪجھہ وقت ڪانپوءِ بہ هلنديون رهنديون آهن.

جسم ۾ اهڙيون جيڪي بہ تبديليون اچن ٿيون انهن جو مکيہ ڪارڻ

هارمون آهن بالغ ٿيڻ لاءِ جن هارمونن جو پيدا ٿيڻ ضروري آهي، اهي هائيپو ٿيلامس (hypothalamus) پيدا ڪري ٿو، جيڪو مغز جو هڪ حصو آهي. هائيپو ٿيلامس جو بہ اهڙن هارمونن پيدا ڪرڻ لاءِ ڪنهن حد تائين مڪمل هجڻ ضروري هوندو آهي ۽ جڏهن اهڙو وقت اچي وڃي ٿو تہ هائيپوٿيلامس پٽوٽريءَ تي اثر انداز ٿئي ٿو، جيڪو مغز جي تري ۾ هڪ ٻيو اهم غدود آهي. انڪانسواءِ پچوٽري غدود بہ هارمون ف.ا.هہ ۽ ل.هہ (FSH and leutinizing hormone) پيدا ڪرڻ شروع ڪريٿو (هنن ٻنهي هارمونن جو مختصر بيان عورت واري حصي ۾ ڪيو ويو آهي). عورتن ۾ بہ هي هارمون، ڪيس ساماڻجڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪن ٿا. جڏهن تہ عورتن جي پيٽ ۾ ل.هہ مردن ۾ گهٽو پيدا ٿيندو آهي. ڇوڪرن ۾ هنن ٻنهي هارمونن جو اثر سندن خصين تي ٿيندو آهي. اٽڪل سال کن ڪانپوءِ جڏهن هنن جو مقدار وڌڻ شروع ٿيندو آهي تہ ل.هہ جي ڇوڪ سبب خصيا ٽيسٽوسٽيران هارمون پيدا ڪرڻ لڳندا آهن. جيڪو مردن ۾ بالغ ڪرائڻ لاءِ مکيہ هارمون هوندو آهي. ٽيسٽو سٽيران سبب آلت جو وڌڻ ۽ نهائين تي وارن جو نڪرڻ وغيره شروع ٿيندو آهي. جڏهن تہ ف.ا.هہ جو ڪم خصين مان تخمي جيون جي پيداوار ڪرائڻ هوندو آهي. جنسي ڪم ڪار کي ضابطي ۾ رکڻ لاءِ هنن ٻني هارمونن جي پيداوار ضابطي هيٺ رهندي آهي. هارمونن جي هن قسم جي ضابطي واري عمل کي نيگيٽو فيڊ بئڪ ڪنٽرول (negative feedback controol) سڏجي جنهن جي ٻين لفظن ۾ هينئن پچار ڪري سگهجي ٿي تہ هنن هارمونن جي پنهنجي ئي اثر سبب سندن پيداوار بند ٿي ويندي آهي ۽ ٽيستائين گهٽبي ويندي آهي جيستائين ڪ اهي رت ۾ بلڪل ناپيد ٿي نہ وڃن. جڏهن رت ۾ بلڪل ناپيد ٿي ويندا آهن تہ وري پيدا ٿيڻ لڳندا آهن، مثال طور: ل.هہ ٽيسٽوسٽيران جي پيداوار کي وڌائيندو آهي جيڪو هائيپوٿيلامس تي اثر انداز ٿيندو آهي. موٽ ۾ وري هائيپو ٿيلامس جي اثر سبب ل.هہ جي پيداوار گهٽجي ويندي آهي. ائين پوءِ جڏهن ل.هہ سبب ٽيسٽوسٽيران جي وڌيڪ پيداوار ٿي نہ سگهندي آهي ۽ سندس مقدار گهٽجي ويندو آهي، تہ ان سبب وري ل.هہ جي پيداوار ٿيڻ لڳندي آهي.

سائنسدانن اهو بہ ڏٺو آهي تہ هن صديءَ جا ماڻهو، اڳئين جي ڀيٽ ۾ جلد بالغ ٿي وڃن ٿا، جن جي ڪارڻن جي صحيح ڄاڻ تہ حاصل ٿي نہ سگهي آهي پر ڀانيو وڃي ٿو، تہ ڪي ڳالهيون اهڙيون آهن جيڪي جلد بالغ ٿيڻ واري عمل تي اثر انداز ٿين ٿيون جهڙوڪ : ڪنهن ڪٽنب جون مخصوص موروثي يا اڍچڪ واريون ڳالهيون، کاڌ خوراڪ جو اثر، عام رهڻي ڪهڻي ۽ ذاتي ۽ نفسياتي حالتون (ذهني پريشانيون ۽ ٻالڪپڻي جون ڏکيون بيماريون) بہ بلوغت ۾ دير جو سبب بڻجي سگهن ٿيون.

بالغ ڪهڙيءَ عمر ۾ ٿجي ٿو؟ ان تي هن ڳالهہ جو بہ اثر ٿيندو آهي تہ اهڙو ٻار جسماني لحاظ کان ڪهڙي ڊول وارو ٿئي ٿو اهي ٻار جيڪي جوانيءَ ۾ ميزو مارفس (mesomorphis) ٿين اهي جلد بالغ ٿين ٿا. ايڪٽومارفس (ectomorphis) دير سان تہ اينڊومارفس (endomor pnis) ۾ بالغ

ٿيڻ جو سلسلو شروع تہ جلد ٿئي ٿو پر اهو ختم دير سان ٿيندو آهي. انهن ڳالهين جو ڪنهن قوم، ذات يا موسمن وغيره سان ڪوبہ واسطو يا لاڳاپو نہ هوندو آهي. جڏهن تہ ايترو ضرور ڏٺو ويو آهي تہ بالغ ٿيڻ واري عمل تي سال جي مندن جو اثر ٿئي ٿو جهڙوڪ: بهار جي مند ۾ قد وڌڻ لڳي ٿو ۽ وزن ۾ پرجڻ سرءُ ۾ ٿئي ٿو جڏهن تہ حقيقت ۾ اهي ڳالهيون هر عمر ۾ ٿي سگهن ٿيون ۽ رڳو بلوغت تائين محدود نہ سمجهيون وينديون آهن.

بقراط جي دور کان وٺي ڏاها، انساني جسم جي مختلف ڊولن مطابق ورچ ڪندا رهيا آهن. 1940ع ۾ هڪ آمريڪي سائيڪالاجسٽ، ڊبليو ايچ شيلڊان هڪ نئون متو پيش ڪيو، جنهن ۾ هن انسان جي جسماني ڊولن جي درجبنديءَ کي سومٽو ٽائپنگ (somato typing) سڏيو. هن جو اهو چوڻ هيو، تہ اهڙي ڪا ڪسوٽي ڪانهي جنهن تي مختلف ڊولن کي پرکيو وڃي. جو هر ماڻهوءَ جو ڊول ان سان ميل ڪائيندڙ هجي، ان بجاءِ هن اهو بيان ڪيو تہ ايترن مختلف ۽ انيڪ ڊولن کي ٽن حالتن پٽاندڙ ڏسي سگهجي ٿو ۽ ائين ڪنهن بہ ماڻهوءَ جو ڊول انهن ٽنهي مان ڪنهن بہ هڪ سان نهڪندڙ، مطابق بيان ڪري سگهجي ٿو.

اهڙين ٽن حالتن جي درجبندي هن اينڊومارفي، ميزو مارفي، ۽ ايڪٽومارفيءَ جي نالن سان ڪئي. اينڊو مارفي هن ان جسماني ڊول جي حالت کي سڏيو آهي جڏهن جسم ٿلهڙو ۽ گولائيءَ ۾ هجي. ميزو مارفيءَ ۾ جسم ٻلوان، مشڪائون ۽ ايڪٽو مارفيءَ ۾ سنهو ۽ سڌو هوندو آهي.




سوميٽو جا قسم

# سيل (The Cell)

سڀيئي جاندار جسم هڪ بنيادي ايڪي جا جڙيل آهن جنهنکي سيل (cell) سڏجي ٿو. سيلن جي پيٽ، ڪنهن عمارت جي سرن/بلاڪن سان ڪري سگهجي ٿي. جيئن ڪنهن عمارت جو سرن/بلاڪن کانسواءِ ٺهڻ ناممڪن آهي، تيئن جاندار جسم به سيلن کانسواءِ وجود نٿا رکي سگهن. جڏهن ته ڪي جاندار. هڪ سيلا (unicellular) يعني هڪ سيل جا خلقيل آهن ته ڪي وري گهڻ سيلا (multicellular). هڪ سيلائن جاندارن ۾ اميبيا جو نالو وٺي سگهجيٿو. ان جي پيٽ ۾ اسان پنهنجي چوگرد جيڪي به جاندار جهڙوڪ: ٻوٽا ۽ جانور ڏسون ٿا، اهي گهڻن سيلن جا ٺهيل آهن، مثال طور: انساني جسم 60000000000000 سيلن جو هاٿي 6500000000000 سيلن جي ته ڪوئي جو جسم 7000000000 سيلن جو ٺهيل آهي.

هر هڪ سيل کي، پنهنجي زندگي آهي يا ائين ڪٿي سمجهجي ته هر سيل هڪ مشين جيان آهي. ڪي سيل آزاد زندگي گذارين ٿا ته ڪي وري ٻين سيلن جي سٿ کانسواءِ زنده رهي نٿا سگهن. ڪم ڪار جي لحاظ کان سيل کي انساني جسم جيان سمجهي سگهجي ٿو. جيئن جسم ۾ ڪي عضوا ٿين جهڙوڪ: چمڙي، ڦڦڙ، دل، بڪيون، جيرا ۽ مغز وغيره تيئن سيل کي به پنهنجا عضوڙا (organelles) ٿين. جيڪڏهن مثال طور، ڪنهن سيل جو خيالي خاڪو ڪڍي ان جي اندرين جوڙجڪ ۽ ڪم ڪار جو ذڪر ڪريون ته منجهس ڪيترا عضوڙا اچي ويندا.

ساڳئي وقت اها ڳالهه به ذهن ۾ رکڻ کپي ته ڪو به سيل، اهڙو نه ٿئي جهڙو هت مثال طور ڪري ڏيکاريو ويو آهي ۽ نه ئي هن جهڙو ڏسڻ ۾ ايندو آهي جڏهن ته ٺلهي ليکي سڀني جاندارن جا سيل هن جهڙيءَ بناوت ۽ عضوڙن جهڙا ٿي سگهن ٿا ته سائيز جي لحاظ کان به اهي مختلف هوندا آهن.

جاندار سيل کي هيٺين ٽن حصن ۾ ورهائي سگهجيٿو.

1. سيل ميمبرين: هيءَ سيل جي ٻاهرين کل/چمڙي آهي جنهنکي جهلي سڏيو ويندو آهي.

2. سائيٽو پلازم: هي سيل جو چٽو، ليسو، چيڙهالو ۽ جيليءَ جهڙو ماس آهي. جنهن ۾ سندس ڪيترائي عضوڙا ٿين جيڪي سيل لاءِ مختلف ڪم بلڪل ائين ڪندا رهن ٿا جيئن انساني جسم ۾ ڦڦڙ، دل، بڪيون، جيرو ۽ تلي وغيره جيڪي آهن: گولجي باڊيز، سينٽروسوم، سيٽروائلس، مائٽوڪانڊريا، اينڊوپلازمڪ ريٽيڪيولم، رائبوسوم ۽ وئڪيول وغيره.

3. نيوڪليئس: هي سيل جو وڏ ۾ وڏ اهم ۽ مکيہ عضوو آهي. جنهنکي انساني مغز سان ڀيٽي سگهجي ٿو يا کيس، سيل جو مغز سمجهي سگهجي ٿو. نيوڪليئس کانسواءِ ڪوبہ سيل زنده رهي نٿو سگهي. نيوڪليئس جا ڪيترائي ڪم ٿين جهڙوڪ: سيل کي زنده رکڻ، ڪيترائي ڪم ڪاربون ڪرائڻ تہ والدين کان اولاد ۾ اهڃ منتقل ڪرائڻ. جنهن لاءِ نيوڪليئس ۾ هڪڙا تڇ ۽ ڏيئين جهڙا جسم ٿين جنکي ڪروموسوم سڏجي. ڪروموسوم وري جينن (genes) جا ٺهيل ٿين، جي ئي اصل ۾ ورثي جا ايڪا آهن. جينن جو ڪم هڪ نسل کان ٻئي نسل ۾ موروثي گڻ اوگڻ منتقل ڪرڻ هوندو آهي.




سيل جو هڪ عام نمونو

هر جاندار، وڻن ٽوڙي جانورن جي سيلن ۾ ڪروموسومن جو هڪ مقرر تعداد موجود ٿئي جهڙوڪ: چيريءَ جي وڻ ۾ 23، انساني سيل ۾ 46 ڪتن ۾ 78 تہ گهوڙن جي سيلن ۾ 66 هوندا آهن.

پيدا ٿيندڙ ٻار کي ورثي جو اڌ پيءُ کان ته اڌ ماءُ کان مليل ٿو.
اهڙو ٻار شروعات ۾ ٻڪي جي صورت ۾ واڌ ڪائي ٿو ۽ ٻڪي تڏهن پيدا ٿئي ٿو جڏهن پيءُ جو تخمي جيو، ماءُ جي آني سان مليل ڪيس ٻوڪي ٿو. اها ڳالهه به ياد رکڻ گهرجي ته ماءُ ۽ پيءُ جي جنمي سيلن; تخمي جيو ۽ آني ۾ ڪروموسومن جو اصل تعداد يعني 46 بجاءِ، هر هڪ ۾ اڌ يعني 23 ڪروموسوم هوندا آهن، جڏهن ته ٻڪي ٺهڻ وقت، ٻڪي ۾ ڪروموسومن جو انگ وري اصل يعني 46 ٿي وڃيٿو ۽ اهوئي ڪروموسومن جو تعداد آهي جيڪو هر انسان جي سيل ۾ موجود ٿئي، تنهنڪري، اسين ائين به چئي سگهونٿا ته انسان جي هر سيل ۾ ڪروموسومن جا 23 جوڙا موجود ٿين ۽ ڪروموسوم، جاندارن ۾ هيٺين ڳالهين لاءِ ذميوار هوندا آهن جو انهن رستي:

- موروثي گڻ-اوگڻ والدين مان اولاد ۾ منتقل ٿيندا رهن ٿا.
- موروثي خاصيتون، گڻ ۽ اوگڻ ڪروموسومن ۾ موجود ٿين.
- ڪروموسوم ماءُ جي آني ۽ تخمي جيو ۾ پڻ موجود آهن.
- اولاد کي ڪروموسومن جو اڌ ماءُ کان ته اڌ پيءُ کان مليٿو.

سيني انسانن جي سيلن ۾ ڪروموسومن جو تعداد 46 ٿئي، توهان جيڪي به انسان ڏسو ٿا انهن جي سيلن ۾ 46 ڪروموسوم هوندا آهن جڏهن ته توهان اهو به محسوس ڪندا آهيو ته ڪن لحاظن کان انسان هڪجهڙا آهن ته ڪن لحاظن کان هڪ ٻئي کان مختلف ٿين، ائين ڇو آهي؟ هڪجهڙائپ ۾ به اکيون، ٻه ڪن ٻه هٿ ٻه پير، ۽ اهڙيون ٻيون ڪيتريون ڳالهيون اچي وڃن ٿيون.

هڪجهڙائپ نه هجڻ وارين ڳالهين ۾ سندن وارن، اکين، چمڙيءَ جو رنگ، ذهانت، قد بت، ڊول، هڏڪاٺ، وارن جي گهٽائي تورائي ۽ اهڙيون ٻيون ڪيتريون ڳالهيون اچي وڃن ٿيون. جن جو سبب سندن ڪروموسومن ۾ موجود مختلف جينن جو هجڻ هوندو آهي، جيڪي انسان ۾ اهڙا فرق پيدا ڪرائين ٿيون، جو اِهي ورثي يا اڏچڪ جا ايڪا آهن.

اڳ ۾ اهو چئي آيا آهيون ته سيني انسانن ۾ 46 ڪروموسوم آهن جڏهن ته ڪروموسومن ۾ سڀ جينون هڪجهڙيون ناهن هونديون. اهوئي سبب آهي جو ڪن ماڻهن جو اکيون ڪاريون ته ڪن جون شيريون آهن. ڪن جا وار سڌا ۽ نرم آهن ته ڪن جا کهرا ۽ گهنڊيدار، ٿلهي ليکي ته رت جي گروپ (قسم)، وران ۽ اکين جو رنگ، حساب ڪرڻ جي مهارت، ٻولين سکڻ جي قابليت، قد بت، نڪ نقشو ۽ هڏ ڪاٺ، خاصيتن، خصلتن،بيمارين ٻڙين، گڻن اوگڻن عادتن ۽ علتن وغيره جهڙين ڳالهين جي پيدا ڪرائڻ جو ڪارڻ جينون آهن جيڪي ڪروموسومن رستي، والدين کان اولاد ۾ منتقل ٿينديون رهن ٿيون.

جينن ڪانسواءِ ڪن سماجي اثرن جو پڻ اولاد تي اثر پوندڙ هوندو آهي. جيئن چوٽي آهي تہ، "تخم تاثير صحبت اثر" تہ ان لحاظ ڪان تخم اصل ۾ جينون آهن تہ صحبت ڪي، سماجي معاشي حالتن جو نالو ڏئي سگهجي ٿو.

سائنسدانن جو اهو بہ چوڻ آهي تہ هروڀرو ائين بہ ضروري ناهي تہ جيڪڏهن انساني سيلن ۾ ڪروموسومن جا 23 جوڙا آهن تہ انساني جسم بہ ڪي رڳو 23 خاصيتون منتقل ڪريٿو جڏهن تہ ان بجاءِ اهوئي چيو ويندو آهي تہ هر هڪ ڪروموسوم، جينن جي لڙهين جو ٺهيل آهي جنهن مان هر هڪ ڪنهن مخصوص خاصيت يا لڇڻ لاءِ مقرر هوندي آهي. هڪ تازي تحقيق مان اهو بہ اندازو لڳايو ويو آهي تہ انسان جي هر هڪ ڪروموسوم ۾ ٽن هزارن ڪان مٿي جينون موجود آهن. ساڳئي وقت اهو بہ ضروري ناهي هوندو تہ والدين جون موروثي ڳالهيون هوبهو، اولاد ۾ منتقل ٿي وڃن جڏهن تہ منجهن ڪن سببن ڪري ڪي تبديليون پڻ اچن ٿيون ۽ جڏهن ڪو ورثو اهڙيءَ تبديل ٿيل حالت ۾ منتقل ٿي وڃي تہ انکي ميوٽيشن (mutation) سڏجي ٿو.

نارين جا جنمي عضوا، نرن جي جنمي عضون جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ پيچيده آهن، ڇو تہ هوءَ مردن جي ڀيٽ ۾ جنمي عمل ۾ وڏو ڪردار ادا ڪريٽي. مرد جو ڪم رڳو عورت جي جسم ۾ تخمي جيو پهچائڻ هوندو آهي، جڏهن تہ عورت هر مهيني هڪڙو آنو تيار ڪندي رهي ٿي ۽ اهو جڏهن تخمي جيو سان ملي ٻوڪجي ٿو تہ ان مان ٻچي نهي ٿو، جنهن جي هوءَ نون مهينن تائين پالنا ڪري ڪيس ڄڻي ٿي ۽ پوءِ بہ ڪو وقت سندس سار سنڀال لهندي رهيٽي.

ڪيترين ئي عورتن کي پنهنجن جنمي عضون جي جوڙجڪ ۽ ڪرت جي مڙيوئي سڌ هوندي آهي، انجو هڪ سبب هي بہ آهي تہ مرد جي جنمي عضون جي ابتڙ، عورتن جا جنمي عضوا گهڻي ڀاڱي لڪل ۽ جسم اندر هوندا آهن. جنهن سبب جيستائين ڪ عورت بيٺل حالت ۾ هجي، تيستائين ڪجهہ بہ ڏسڻ ۾ نہ ايندو آهي، سواءِ نهائين جي وارن جي.

عورت جو جنمي سرشتو، ٻن حصن ۾ ورهائجي سگهجي ٿو: هڪڙو اهو جيڪو ٻاهران ڏسڻ ۾ ڪٽڪ جي ڏاٽي جهڙو ۽ منجهس وچ ۾ چير هوندو آهي. انکي فرج (vulva) سڏيو ويندو آهي. ٻيو حصو لڪل ۽ اندر هوندو آهي، جنهنکي يوني (vagina) يا گرڀ نالي بہ سڏبو آهي.

اصل ۾ يوني، ڪپ يا مياڻ جيان آهي ۽ فرج انجو ڍڪ ٿئي. يوني ٻاهرئين حصي کان شروع ٿي، نهائين جي هيٺيان ڪانوڻي، ٻچيدانيءَ تائين ڊگهي هوندي آهي.

فرج، نارين جي جنمي سرشتي جو ٻاهريون حصو يا مهڙ هوندي آهي، جيڪو چپن جي ٻن جوڙن ٻاهرئين ۽ اندرئين سان ڍڪيل ٿئي. جماع دوران اهي ٽڙي، يونيءَ جو لنگهہ ظاهر ڪري وجهندا آهن. ٻاهرين چپن جو مکيہ ڪم جنمي ۽ پيشاب سرشتي کي ڍڪيل رکڻ ۽ بچاءُ ڏيڻ هوندو آهي.

### ٻاهرين عضون ۾ اچي وڃن ٿا:

| | |
|---|---|
| 1. زهري/ نهائين جو اڀار | (Mons Veneries) |
| 2. ٻاهريان چپ | (Labia major) |
| 3. اندريان چپ | (Labia minora) |
| 4. ڪڪڙي | (Clitoris) |
| 5. جي اسپاٽ | (G.spot) |
| 6. پيشاب جي نالي | (Urethera) |
| 7. چيرو | (Hymen) |
| 8. بارٿولنس غدود | (Bartholin's gland) |
| 9. ارهہ | (Breasts) |

اندرين عضون ۾ شمار ڪيا وڃن ٿا:

10. يوني/ گرڀ نالي (Vagina)
11. ڳيرڻ/ ٻچيداني (Uterus)
12. فيلوپين نليون (Fallopian tubes)
13. آنيدانيون (Ovaries)




ڍونگريءَ ۾ عورت جي جنمي سرشتي جي جاءِ

## 1.زهري / نهائين جو اپار (Mons Veneries)

نهائين جي اپار کي مونس پيوبس، يا مائونٽ آف وينس (Mount of Venus) يا زهري جو اپار به سڏبو آهي. هي نهائين تي چربيءَ جي هڪ گديءَ جيان ٿئي. ساماڻجڻ سان هي حصو وارن سان ڍڪجي ويندو آهي.

نرن ۽ نارين جي نهائين جي وارن ۾ فرق ٿئي. عورتن ۾ اهڙا وار ٽڪنديءَ ايراضيءَ ۾ پکڙيل ٿين ۽ وارن جي سطح لڪيل (concave) هوندي آهي. مردن ۾ به وار ساڳئي طرح سان واڌ ڪائيندا آهن، جڏهن ته انهن جي پکيڙ مٿي دن تائين ۽ هيٺ تي، سٿرن جي اندرين پاسن تائين به هوندي آهي ۽ نهائين جي هن حصي جو سطحي اپار اُپٽيل (convex) ٿئي. نهائين تي گديءَ جيان هجڻ سبب سنيوگ دوران، شاڪ ائبزاربر جو ڪم ڏيندي آهي.

## 2.ٻاهريان چپ (Labia majora)

هي سٿڻ نشوئن يا ماس جا تهيل ٻه پڙا ڍڪ آهن. جنڪي يونيءَ جا ٻاهريان چپ به سڏجي. انهن جو ڪم جنسي سرشتي ۽ پيشاب جي نيڪال ناليءَ کي ڍڪيل رکڻ آهي، جيڪي سنڌن وچ ۾ هوندا آهن. عورت جي عمر سان گڏوگڏ، انهن چپن جي سائيز به بدلجي ويندي آهي. ساماڻجڻ ڪانپوءِ انهن جو ٻاهريون مٿاڇرو وارن سان ڍڪجي ويندو آهي. هي چپ عام قسم جي چمڙيءَ جا تهيل ٿين.
اهو به ممڪن هوندو آهي ته ٻاهرين چپن مان ڪو هڪڙو ٻئي کان وڏو هجي. ننڍي وڏي هجڻ سان ڪوبه فرق نه پوندو آهي ۽ نه ئي ان سبب پريشان ٿيڻ جي ضرورت هوندي آهي. هي ڪڪڙيءَ ڪانسواءِ، اندرين چپن کي به ڍڪيل رکندا آهن.

## 3.اندريان چپ (Labia minora)

ٻاهرين چپن جي کلڻ سان اندر ٻي پيا به ٻه ننڍا چپ نظر ايندا آهن، جيڪي پڻ سٿڻ نشوئن جا تهيل ٿين، هي ڳاڙهسرا ۽ سدائي ۾ هوندا آهن. انهن کي يونيءَ جا اندريان چپ به چئجي، هي نفيس ۽ بنا وارن جي ٿين. ڇهاءَ سبب وڌ ۾ وڌ ۽ شهوت جي مستيءَ دوران رنگ جا گهرا ٿي ويندا آهن. مهاڙين حصي وٽ هي ٻن وڪڙن ۾ ورهائجي وڃن ٿا، جيڪي ڪڪڙي کي گهيريل رکن. انهن مان مٿيون وڪڙ ڪڪڙيءَ اڳيان ۽ هيٺيون حصو، انجي پٺيان ويندڙ هوندو آهي مٿيون وڪڙ ڪڪڙيءَ جو ڪوپو (prepuce) ته هيٺيون سندس ڏانڊي(frenulum) ناهي ٿو.
اندريان چپ ۽ يونيءَ جو اندريون استر، ساڳئي قسم جي چمڙي سان ڍڪيل هوندا آهن، جنهن سان آلت (طهريل) جي سوپاري پڻ ڍڪيل ٿئي.
وڏن چپن جيان اندريون به ڪو ننڍو وڏو ٿي سگهي ٿو، جيڪا هڪ عام ڳالهه ۽ انلاءِ پريشان ٿيڻ جي ضرورت نه هوندي آهي، جڏهن عورت شهوت ۾ نه هوندي آهي، تڏهن اندريان ۽ ٻاهريان چپ، يونيءَ جي لنگهه کي مضبوطيءَ سان بند ڪيل هوندا آهن. اهڙيءَ حالت ۾ آلت جو، يونيءَ ۾ وجڻ ڏکيو ٿئي ۽ عورت کي درد محسوس ٿيندو آهي، شهوت ۾ هجڻ واريءَ حالت ۾ اندريان ۽ ٻاهريان چپ ڦنڊي پوندا آهن، جنهن سبب يوني اهڙو مکُ پيدا ڪندي آهي جو چپ ۽ لنگهه آلا ٿي، آلت کي اندر لنگهڻ لائق بڻائي ڇڏيندا آهن.

## 4. ڪڪڙي (Clitoris)

ڪلائيٽورس، اصل ۾ يوناني ٻولي جو لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي، چاٻي يا

ڪنجي. يوناني، ان ڪي جڏهن ڪنجي سڏين ٿا تہ انجو مطلب، شهوت جي چاٻيءَ جو هوندو آهي، جو عورت جو هي عضوو، جنسي لحاظ کان گهڻو حساس ٿئي. هي هڪ ننڍڙو پتڪڙو، مڪڙيءَ جي شڪل جهڙو عضوو آهي، عورت جي سيني جنسي عضون ۾ وڌ ۾ وڌ حساس ۽ شهوت ڏيارينڊڙ ليکيو ويندو آهي.

پيٽ ۾ ٻچي جي واڌ دوران، ڪڪڙي انهن تشوئن مان ٺهندي آهي، جنهن مان مردن جي آلت ٺهي ٿي. بناوت ۾ بہ مردن جي آلت جهڙي هوندي آهي، سواءِ انجي تہ منجهس آلت جيان پيشاب نالي نہ ٿئي. ڪڪڙيءَ کي آلت جيان پنهنجو ڪوپو پڻ ٿئي جيڪو شهوت ۾ هيٺ ٿي، ڪڪڙي کي ظاهر ڪري وجهندو آهي. شهوتي حالتن ۾ ڪڪڙي رت جي رسد سان ڏٿجي وڃي ٿي.

ڪڪڙيءَ جو سوپارو، مٽر جي داڻي جيترو ٿئي ۽ منجهس تنتن جون بيشمار پيچڙيون هونديون آهن، جنهنڪري ڪنهن بہ هلڪي سلڪي مهٽ وغيره لاءِ گهڻو حساس هوندو آهي. اهوئي سبب آهي جو هي عورتن جي شهوت جي ڪنجي هوندو آهي. جڏهن تہ مردن جي اڪثريت کي، انجي اهميت جي سڌ نہ هوندي آهي.




عورت جي جنمي سرشتي ۾ ڪڪڙي وڏي ڪري ڏيکاريل

انجي سائيز، ڏيگھہ ۾ انچ جي پنجين حصي ڪانوٽي مني حصي تائين بہ ٿي سگھي ٿي. ڪڪڙيءَ ۾ ساڳئي قسم جي ہن پورن جسمن ۽ اسفنجي ٽشوئن جي نالين جو جوڙو ٿئي، جهڙا آلت ۾ هوندا آهن. عام طور تي هي عضوو شهوت جي مستيءَ ۾ وڏي وڏو ٿي ويندو آهي، جڏهن تہ ڪي اهڙيون عورتون بہ هونديون آهن جن ۾ هيءَ شهوت دوران گھٽي ظاهر ٿي پوندي آهي.

جيتوڻيڪ، عورت جي جسم جو هي هڪ وڏ ۾ وڏ حساس ۽ شهوتي هنڌ آهي پر تنهن هوندي بہ ڪيترا ماڻهو، اهو هڪ اجايو خيال سمجهندا آهن، جو سندن خيال هوندو آهي تہ اونهو گهيڙڻ ئي (آلت جو) عورت کي مطمئن ڪرڻ جو واحد سبب هوندو آهي جو هوپائيندا آهن تہ جيئن ڪنهن وڏيءَ آلت وارو ماڻهو سٺو پارٽنر ٿي نٿو سگھي تيئن عورت لاءِ بہ اهو ضروري نہ سمجهيو ويندو آهي تہ ڪيس ڏگھي ڪڪڙي هجڻ سان هوءَ وڌيڪ شهوتڻ يا سٺي پارٽنر ٿي سگھي ٿي. جڏهن تہ ڪيتريون عورتون اهڙيون بہ ٿين جيڪي پنهنجي ڪڪڙي لهي نہ سگھنديون آهن يا ڪين اها بلڪل تچ محسوس ٿيندي آهي، جيڪو هڪ اجايو خيال سمجهو ويندو آهي.

سنيوگ دوران، ڪڪڙي کي ڇهڻ، مهٽڻ ۽ دپائڻ سان درد پيدا ٿي سگھي ٿو، يعني تہ انکي مهٽ سهٽ ڪرڻ ضروري نہ بہ هوندي آهي. جڏهن تہ ڪيترين عورتن ۾ اهڙو عمل وڏ ۾ وڏ لست ڏياريندڙ ثابت ٿي سگھندو آهي. ڪيتريون عورتون انجي سڌي سنئين مهٽ سبب درد محسوس ڪنديون آهن، جو اهڙيون عورتون ان بجاءِ آس پاس جي ايراضيءَ جهڙوڪ: وڏن چپن، يونيءَ جي لنگھہ ۽ نهائين جي وارن کي ڇهڻ وغيره جهڙين ڳالهين کي وڌيڪ ترجيح ڏينديون آهن.

جنسيات جي ماهرن جو چوڻ آهي تہ عورت جي شهوت جي شروعات ڪڪڙيءَ کان ٿئي ٿي ۽ اها جڏهن چوٽ چڙهي وڃي ٿي تڏهن عورت شهوت جي اهڙي احساس کي بجليءَ جي هلڪيءَ وهڪ جيان محسوس ڪري ٿي.

## ڪڪڙيءَ جو طهر:

اڄ ڏينهن تائين دنيا جون لکين عورتون پنهنجيءَ ڪڪڙي جو طهر بہ ڪرائينديون رهيون آهن. اهڙو طهر ڪڪڙيءَ جي هلڪيءَ مُڇ ڪانوٽي وڏيءَ وڍ تائين بہ ٿي سگھي ٿو. طهر ڪرائڻ جا ڪيترائي سبب ڏنا ويندا آهن. هن رسم کي دنيا جي ڪيترن ماهرن ۽ صحت جي عالمي اداري (W.H.O) پاران پڻ ننديو ويو آهي، جو ماهرن جي چوڻ مطابق تہ عورتن کي طهر ڪرائڻ جي ڪابہ ضرورت نہ هوندي آهي ۽ اها هڪ اجائي ۽ بيهوده حرڪت آهي جنهن مان نہ تہ مرد ۽ نہ ئي عورت کي ڪو فائدو رسي ٿو.

ڪڪڙيءَ جي طهر لاءِ چيو ويو آهي تہ ماضيءَ ۾ هيءَ رسم ٿلهي ليکي، دنيا جي سيني ڪندن ۾ چالو هئي، اڄڪلهہ هيءَ رسم آفريڪا جي ڪيترن ملڪن ۾ گھٽي مروج آهي، انهيءَ ڪانسواءِ مڊل ايسٽ ۽ هندوپاڪ بہ اڃي ٿو. ڪاٿو لڳايو ويو آهي تہ اهڙين طهريل عورتن جو تعداد ستر ملين جي لڳ ڀڳ هوندو. اجا بہ

هن انگ جي صحيح ڄاڻ پئجي نٿي سگهي جو هيءَ رسم ڪجهيءَ طرح سان ادا ڪئي وڃي ٿي جنهن جو هڪڙو اڌا بہ وڌيڪ خراب نتيجو ھي نڪرندو آهي جو ڪيترين عورتون اجل جو شڪار ٿي وڃن ٿيون.

تاريخي اڀياس مان خبر پوي ٿي تہ هڪ سو سال اڳ هيءَ رسم برطانيا ۾ بہ عام هئي، جو ان زماني ۾ عورتن جي مختلف بيمارين جهڙوڪ: مرگهيءَ، هسٽيريا، شهوت ۽ خودلزتيءَ کي گهٽائڻ لاءِ عورتن جو طهر ڪيو ويندو هو. ٿلهي ليکي تہ، عورتن جي هر بيماريءَ جو اهو علاج سمجهيو ويندو هو. آمريڪا لاءِ چيو ويو آهي تہ اڄ بہ اتي ضرورتاً ڪن هنڌن تي هيءَ رسم ادا ڪئي وڃي ٿي.

عورتن جو ٽن قسمن جو طهر ڪيو ويندو آهي. (1) ڪڪڙيءَ جي ڏانڊيءَ کي ميڇڻ. (2) ڪڪڙيءَ ڪانسواءِ ننڍن چپن کي ٿورڙو يا بلڪل ڪٽي ڇڏڻ ۽ (3) يونيءَ کي سڄو سارو، ٻنهي پاسن کان ڪٽي بند ڪري ڇڏڻ. جنهن ۾ ڪڪڙيءَ جا وڏا چپ، ننڍا چپ ۽ يونيءَ جي 2/3 اندرئين حصن کي بہ ڪٽيو ويندو آهي. ڪڪڙيءَ جي هن قسم جي آپريشن کي فرعوني طهر بہ سڏيو ويندو آهي.

جاهل ماڻهو ڪڪڙيءَ جي طهر کي عورتپڻي جي نشاني سڏين ٿا. ڪيترين قومن ۾ تہ انهيءَ رسم کي بالغ ٿيڻ ۽ سماج ۾ مانُ پيدا ڪرڻ لاءِ تمام اهم سمجهيو ويندو آهي.

گمبيا ۾، جنهن قسم جو طهر ڪيو وڃي ٿو انهيءَ ۾ سڄيءَ ڪڪڙيءَ کي پاڙان ڪٽيو ويندو آهي، جنهن لاءِ عورتن کي ڪنهن بہ قسم جو نشو بہ استعمال نہ ڪرايو ويندو آهي. اهڙين عورتن جي اکين تي پٽي ٻڌي پوءِ ڪنهن بہ تيز چاقوءَ سان، ساٽن اهڙي ويڍن ڪئي ويندي آهي. عورت جا مٽ مائٽ اهڙي رسم وقت وڏا دف وڄائيندا ۽ ڳائيندا رهندا آهن. طهر ڪانپوءِ عورت جي جڙين ٻوٽين سان ملم پٽي ڪئي ويندي آهي.

هارن آف آفريڪا جي ڪيترن ملڪن ۾ تہ انهيءَ کان بہ وڌيڪ سنگين قسم جي آپريشن ڪئي ويندي آهي. انهن قومن ۾ اهڙي طهر لاءِ عمر جي حد ڇهن کان اٺن سالن جي وچ ۾ مقرر آهي. ڇوڪرين جي طهر ڪرڻ لاءِ ڪين هڪ رسمي تڏي تي سمهاري، ٽنگون ٽيڙي ڪين رسين وسيلي زمين سان سُک ٻڌو ويندو آهي، جيڪو ڪم ٻڍيون عورتون ڪنديون آهن. انهيءَ ڪانپوءِ ڪاٻہ ڪراڙي پپ، باقي رسم پوري ڪندي آهي. جنهن لاءِ عام ڇُري، ڪپ يا اهڙي ڪنهن اوزار سان يونيءَ جا ٻاهريان ۽ ظاهر ٿيندڙ سڀ جنسي حصا ميڇي ڇڏيندي آهي، جنهن ۾ اندريان چپ بہ اچي وڃن ٿا. انهيءَ ڪانپوءِ، ڦٽ کي ڪنڊن يا تارن وغيره سان سڄي حصي سميت سبي، ماچيس جي تيليءَ جيترو سوراخ ڇڏي ڏيندي آهي تہ جيئن ان مان جسم جون غلاظتون نيڪال ٿينديون رهن. رڳو ايترو نہ پر ڦٽ ڇٽائڻ لاءِ ٻنهي ٽنگن کي بہ ڦٽ سان ٻڌي ڇڏينديون آهن تہ جيئن ڦٽ گهٽي ڪان گهٽو مڙي وڃي. جنهن جو اڪثر هلي نتيجو هي نڪرندو آهي تہ اها جاءِ بلڪل سخت ۽ سوڙهي ٿي ويندي آهي.

اهڙي آپريشن کي ڇوتو چاڙهڻ يا فرعوني آپريشن بہ سڏيو ويندو آهي، جو ڀانيو ويندو آهي تہ هن طهر جي رسم مصر مان شروع ٿي هوندي. اهڙي عورت کي

ٽي دفعا عذاب سهڻو پوي ٿو. سڀ کان پهريائين تڏهن، جڏهن سندس اهڙي آپريشن ڪئي ويندي آهي. ٻيو دفعو جڏهن ڪيس شينهن ڪلهي چاڙهيو ويندو آهي ۽ ٽيون دفعو جڏهن هوءَ پير لهندي آهي.

سخت نشان جيڪو فرعوني آپريشن ڪانپوءِ پيدا ٿيندو آهي، ان سبب نه رڳو جماع پيانڪ پر گهڻو خطرناڪ پڻ ثابت ٿيندو آهي، آپريشن ڪانپوءِ جيڪڏهن اهڙو سوراخ گهڻو سوڙهو ٿي وڃي ته انهيءَ لاءِ وري به چير ڏيڻ جي ضرورت پوندي آهي ته جيئن ڪيس موڪي موڪرو ڪري سگهجي.

انهيءَ ڪانسواءِ اهڙي عورت لاءِ سنيوگ، سڄي عمر لاءِ هڪ عذاب ۽ پيڙا کان گهٽ نه رهندو آهي، هوءَ جڏهن به جماع لاءِ سوچيندي آهي ته اهو ڪيس پيانڪ پاسندو آهي اهڙو عذاب ٻار ڄڻڻ وقت اجان به گهڻو وڌي ويندو آهي جو انهيءَ هنڌ جا حصا گهڻا سخت ٿي پوڻ سبب ٻار ڪي ٻاهر نڪرڻ نه ڏيندا آهن. جنهنڪري اهڙي لنگهه ڪي وڌيڪ ويڪرو ڪرڻو پوندو آهي. جڏهن ٻار ڄمڻ لڳندو آهي ته ٻار جي مُندي عورت لاءِ اجان به وڌيڪ هاڃيڪار ثابت ٿي سگهندي آهي. ويم ڪانپوءِ به عورت لاءِ اهڙو عذاب ختم نه ٿيندو آهي، ڇاڪاڻ ته جي مرد ڪنهن ڪم سانگي ڪجهه عرصي لاءِ ڪانئس الڳ ٿيندو آهي ۽ جي هو چاهي ته ڪيس وري به چوٽي چاڙهڻ لاءِ مجبور ڪيو ويندو آهي.

اهو چئي نٿو سگهجي ته هن رسم جي شروعات ڪڏهن کان ٿي، ڇاڪاڻ ته مرد ۽ عورت جي طهر جي رسم گهڻي پراڻي آهي. هزارين سال اڳ عورتن جون جيڪي مميون لڌيون آهن، انهن جي به ڪڪڙيءَ جو طهر ٿيل ڏٺو ويو آهي. اهو به ڏٺو ويو آهي ته هيءَ رسم رڳو اڻپڙهيلن تائين محدود ناهي، پر پڙهيل به جنکي سڌريل سمجهيو وڃيٿو، هن رسم ۾ قائل آهن. ڪينيا جي هڪ اڳوڻي صدر جوموڪينياتا هڪ دفعي چيو هو ته، هيءَ رسم ٺي ته آهي، جنهن ڪانپوءِ ماڻهو صحيح اخلاق ۽ تعليم وارو بڻجي ٿو.

# 5. جي اسپاٽ (G.spot)

عورت جي جنهن جنسي حصي کي ڪڪڙيءَ کان به وڌيڪ شهوتي- حساس سمجهو وڃي ٿو اهو جي اسپاٽ جي نالي سان مشهور ٿيو آهي. اهو اسپاٽ نهائين جي هڏي جي بلڪل پٺيان يونيءَ ۾ اڳئين ڇيڙيءَ مثاني جي منهن وٽ ٿئي ٿو. جنهنڪي جرمنيءَ جي هڪ ماهر ڊاڪٽر ارنيسٽ گريفنبرگ (Ernest Grafenberg) 1944ع ۾ ڳولي لڌو ۽ سندس ئي نالي پٺيان اهو هنڌ، جي اسپاٽ جي نالي سان مشهور ٿيو. سندس چوڻ مطابق ته هي هنڌ ايترو حساس ۽ شهوتي آهي جو انکي عورت جو وڏ ۾ وڏ لستي، شهوتي هنڌ سڏي سگهجي ٿو، 1944 ڪانپوءِ، سندس ان ڳالهه کي اجايو سمجهي درگذر ڪيو ويو، جڏهن ته 1982ع ۾ ان تي وري کوجنا شروع ٿي ۽ انکانپوءِ ٽن ماهرن هڪڙو گڏيل ڪتاب "The G.spot and other recent discoveries obout Human Sexuality" لکيو جيڪو نه رڳو مشهور ٿيو پر بيسٽ سيلر پڻ بڻيو.

جي اسپاڻ جي سائيز ۽ ماڳ مختلف نارين ۾ مختلف ٿي سگهي ٿو. هن جي ماڳَ کي سمجهڻ ۽ لهڻ لاءِ جيڪڏهن ائين کڻي سمجهجي ته يونيءَ ۾ هڪڙو ننڍڙو گهڙيال رکيو وڃي، جنهن جي 12 جو انگ مٿي دن ڏانهن ٿي بيهي ته اڪثر عورتن ۾ جي اسپاڻ 11 ۽ 1 بجي جي وچتي هوندو. ڪڪڙي جي پيٽ ۾ جيڪا ٻاهر اپريل ٿئي، جي اسپاڻ يونيءَ جي استر ۾ اونهائيءَ ۾ ٿئي ۽ اهڙيءَ حالت ۾ جڏهن اهو متحرڪ نه هجي تڏهن ڪيس لهڻ لاءِ سخت زورڙي ڏيڻ جي ضرورت پوندي آهي.

هن وقت تائين اهو پانيو ويندو آهي ته جي اسپاڻ رت نلين جي پيچيده چار، ڪن غدودن، نلين، تنتي چيڙن ۽ انهن تشوئن جو جڙيل آهي، جيڪي مثاني جي منهن کي گهيريل آهن. ساڳئي وقت هن ڳالهه تي به تضاد هلي رهيو آهي ته ڇا جي اسپاڻ کي مردن جي پراسٽيٽ غدود سان تشبيهه ڏئي سگهجي ٿي؟ (ڇاڪاڻ ته جنسي لست جي لحاظ کان، پراسٽيٽ غدود متحرڪ ٿيڻ ڪانپوءِ مردن ۾ به اهڙي لست پيدا ڪري وجهي ٿو). اهو تضاد قديم روم جي گئلن نالي هڪ مشهور طبيب سائنسدان جي زماني کان هلي رهيو آهي، جو هن به اهڙو سوال ٻي صدي عيسوي ۾ پنهنجي هڪ ڪتاب ۾ ڪيو هو ۽ انجو جواب هائوڪار ۾ ڏنو هو. جڏهن ته وليم ماسٽرس 1981ع ۾ پيري ۽ ويل جي ڪيل ڪوجنائن تي راءِ ڏيندي چيو هو ته جِي اسپاڻ لاءِ پراسٽيٽ جو نالو موزون ناهي.

حقيقت ۾ پهريون پيرو جنهن ڏاهي، جِي اسپاڻ جو تفصيلي مشاهدو ڪيو اهو گريفنبرگ نه پر سترين صديءَ جو هڪ ڊچ اناٽامسٽ، ريگنيئر ڊي گراف (Regnier de Graff) هيو، جنهن نرن ۽ نارين جي جنمي ۽ جنسي عضون جي جديد وضاحت بيان ڪئي. هن جي اسپاڻ لاءِ اهو چيو ته، انکي عورت جو پراسٽيٽ غدود يا ڪارپس گلنڊيولوسم (corpus glandulosum) سڏي سگهجي ٿو.

جيتوڻيڪ جي اسپاڻ تي وڏيڪ ڪوجنا جاري آهي، پر تنهن هوندي به اها دعويٰ ڪئي ويئي آهي ته، عورت جي يونيءَ ۾ ماس جو هي هڪ اهڙو ته حساس ۽ شهوتي مچڪو آهي، جنهنکي مهٽڻ سان عورت، شهوت ۾ بي وس ٿي وڃي ٿي، جلد ڇٽي پوي ٿي ۽ تمام وڌنڊڙ لست محسوس ڪري ٿي. ڪيل ڪوجنائن جي بنياد تي اهو به چيو ويو آهي ته، اهوئي سبب آهي جو هر عورت ۾ هڪجهڙي شهوت پيدا نٿي ٿئي ۽ جلد يا دير سان ڇٽڻ جو مدار به ان تي آهي ته، ڪن عورتن ۾ اهڙي حساس ۽ ڪامي ماس جو مچڪو ڇڊو، ته ڪن ۾ گهاٽو ٿئي. ان جي ڇڊائپ يا گهاٽائپ جي ڪارڻ جي اچان سڌ پئجي نه سگهي آهي.

## 6. پيشاب نالي (Urethera)

هي پيشاب نالي جو هڪ پاسي کان جسم کان ٻاهر تي کلنڊڙ لنگهه آهي ته ٻئي پاسي کان مثاني سان مليل هوندو آهي.

## 7. چيرو (Hymen)

چيرو ڪنوارپ جي نشاني سمجهيو ويندو آهي. چيرو، يونيءَ جي لنگهہ ڪانپوءِ هڪ سنهو پڙدو آهي. عام ماڻهن جو ويساه هوندو آهي تہ چيرو عام حالتن ۾ يونيءَ جي لنگهہ کي سيل ڪيو بيٺو هوندو آهي. جڏهن تہ ائين ناهي هوندو جو منجهس ننڍو سوراخ ٿئي تہ جيئن ان مان هر مهيني حيض جون رتوبتون جسم ڪان ٻاهر خارج ٿي سگهن. انسانن ۾ رڳو چيري جو هجڻ هڪ بي مثال ڳالهہ سمهجي ويندي آهي.

چيرو ڪيترن ڊولن ۽ سائيزن جو ٿي سگهي ٿو. ڪنوارين ۾ پهرئين ڀيري جي جماع دوران انجو سوراخ ايترو بہ انگهجي سگهي ٿو جو آلت ڪيس ڏارڻ-ڦاڙڻ ڪانسواءِ منجهانئس سولائيءَ سان لنگهي سگهندي آهي. جڏهن تہ ڪن جو ٽٽي پوندو آهي ۽ سور بہ محسوس ٿيندو آهي. هڪ دفعي جي ڦاٽڻ ڪانپوءِ چيرو هميشه لاءِ ڦاٽي پوندو آهي. عام طور تي اهو بہ ڀانيو ويندو آهي تہ چيري جي ڦاٽڻ سان ڪجهہ رت وهي پوندي آهي، جڏهن تہ ضروري ناهي هوندو تہ هر عورت سان ائين ٿي سگهي.



ڪنوارپ ۾



جماع سبب ٽٽل چيرو






اَڻٽُٽل چيري جا مختلف قسم






چيري جا مختلف قسم

چيري جي نہ هجڻ يا ٽٽي پوڻ جو جيئن عام طور تي تصور ڪيو ويندو آهي تہ اهڙي عورت ڪنواري ناهي، هڪ اجايو خيال آهي، ڇو تہ سائنسي اڀياس مان ڏٺو ويو آهي تہ چيرو نازڪ هجڻ سبب ٻالڪپڻي ۾ ڪسرت، ٽينگ ٽپا ڏيڻ، ڏاڪڻيون لهڻ، چڙهڻ، گهوڙي سواري ڪرڻ، ڪنهن انفيڪشن (بيماري) ٿيڻ يا پين ڪن اهڙن سببن ڪري پاڻمرادو بہ ٽٽي پوندو آهي.

ٻئي پاسي ڪان ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ چيرو ايترو ٿلهو ۽ لچڪدار هجي جو منجهانئس آلت لنگهي نہ سگهي، جنهن لاءِ آپريشن رستي ڪيس ڪٽرائڻو پوندو آهي. ان ڳالهہ ۾ بہ اچرج ڪرڻ نہ گهرجي تہ جي اهڙي ڪا عورت ويم لاءِ اسپتال پهچي تہ تڏهن بہ سندس چيرو سلامت هجي. بهرحال چيري جي هجڻ يا نہ هجڻ مان ڪنوارپ جو ثبوت ملي نہ سگهندو آهي. جڏهن تہ دنيا جون ڪي اهڙيون قومون بہ آهن جيڪي شاديءَ کان اڳ سنڀوڳ نہ ڪرڻ ۽ ڪنوارپ واري ڳالهہ کي اهميت ڏينديون آهن ۽ انهن ۾ ڪي اهڙيون بہ آهي جهڙوڪ: جاپاني ۽ اٽالين جيڪي شادي کان اڳ، ٽٽل چيري هجڻ واري حالت ۾ ان جي سرجري ڪرائي، ان کي اصل حالت ۾ آڻائينديون آهن، تہ جيئن سندن ڪنوارپ جي نشاني موجود رهي سگهي.

## 8. بارٿولنس غدود (Bartholin's gland)

بارٿولنس غدود کي ويسٽيبيولر غدود (vestibular glands) بہ سڏيو ويندو آهي. هي غدود يونيءَ جي لنگهہ جي ٻنهي پاسن کان هوندا آهن. هنن جي مردن جي ڪائوپرس غدودن سان هڪجهڙائي آهي. ورلي هنن ۾ انفيڪشن بہ ٿي پوندو آهي.

## 9. ارهہ (Breasts)

نارين، نرن کان هڪ ٻئي لحاظ کان بہ وڌيڪ من موهيندڙ لڳن، جو ڪين ارهہ پڻ هوندا آهن. ارهہ، اصل ۾ پگهر جا غدود آهن، جيڪي سائيز ۾ وڏي خاص ڪم لاءِ مخصوص ٿي ويندا آهن يعني تہ ٿڃ پيدا ڪندا رهندا آهن. ڪاٻو ارهہ، ساڄي کان مڙيوئي سرس ۽ گهير ۾ وڌيڪ گول ٿئي. ارهہ جي سائيز جو مدار منجهس وہ جي مقدار سان نسبت ڪائيندڙ هوندو آهي. ائين ارهہ جي سائيز جو ٻالڪ-پالنا سان ڪوبہ واسطو نہ ٿئي، جو ننين ارهن واريون مائر بہ پنهنجن ٻارن کي ائين ئي پالي سگهنديون آهن، جيئن وڏن ارهن واريون. ٻارن کي لاڳيتو ڌارائڻ ڪري اهو بہ ممڪن هوندو آهي تہ اهڙيءَ عورت کي ڪجهہ مهينن تائين ڪپڙا نہ اچن جڏهن تہ ڌارائڻ بند ڪرڻ سان ويم کانپوءِ گهٽو ڪري 65 سيڪڙو عورتن کي حيض اچي ويندو آهي.

نارين جي ٽنتي سرشتي جو سندن ارهن ۽ جنمي سرشتي سان سڌو سنئون

لاڳاپو هوندو آهي. عام ۽ آشهوتي حالتن ۾ ارهن جون ڀنڊيون نرم ۽ سسيل رهنديون آهن پر جڏهن عورت شهوت ۾ پرجي ويندي آهي تہ ڀنڊيون سُڄي ۽ سخت ٿي پونديون آهن، ائين جيئن ڪڪڙيءَ سان ٿيندو آهي. ڀنڊين ڪي ٽڏڙا ۽ ڪتڪتايون ڪيڻ سان بہ عورت کي هڪ مٺو مزو ايندو آهي، جيڪو پوءِ ڪڪڙي ۽ ٻاهرين چپن تائين بہ محسوس ڪري سگهندي آهي. اهڙو تاءُ پيدا ٿيڻ ڪري ڪڪڙي جا اڳير جوش ۾ آيل نہ هوندي آهي، سا بہ ڪڙي ٿي پوندي آهي، ڪن نارين جي ڀنڊين ۽ ڪڪڙيءَ ۾ گهري سبنڌ ۽ لاڳاپو ٿئي، ايتري قدر جو انهن کي جڏهن ڪيڏائبو آهي تہ اُهي چٽي پونديون آهن. پر ڪي اهڙيون بہ ٿين، جن تي اهڙين ڳالهين جو اثر نہ پوندو آهي ۽ اهي پوءِ بہ آشهوتي رهنديون آهن.

شهوت جي شروع وارين گهڙين ۾ جيڪا پهرين ڳالهہ محسوس ڪري سگهبي آهي اها هيءَ تہ ارهہ جون ڀنڊيون ننڍين پتڪڙين مشڪن جي پيڪوڙ سبب، تاءُ ۾ اچي وينديون آهن. منجهن اهڙي ڪڙائي بنا ڪنهن مهڻ جي بہ ٿي سگهندي آهي. عورت يا مرد جي مهڻ سبب اهي ڦنڊي پونديون آهن، جنهن سبب ڊيگهہ ۽ موڪر ۾ وڌي وينديون آهن، جو انهن ۾ ۽ سنڌن چوگرد رت گڏ ٿي ويندي آهي. سنڌن ڦنڊڻ جو اهو عمل بلڪل اهڙو هوندو آهي، جيئن مردن جي انگ ۾ ٿيندو آهي.

شهوتي حالتن ۾ ڀنڊين جي ڊيگهہ اڌ انچ تائين تہ موڪر انچ جي چوٿين حصي تائين بہ پهچي سگهي ٿي. مناسب سائيز واريون ڀنڊيون اهڙيءَ حالت کي جلد پهچي وينديون آهن، بنسبت انهن جي جيڪي گهٽيون ڊگهيون ٿين.

هڪ دفعي جي ڦنڊ سان، ارهہ بہ ڦنڊڻ شروع ڪندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن تہ اهي پنهنجي اصلي سائيز کان اسي سيڪڙي تائين بہ وڌي وڏا ٿي ويندا آهن. اهڙي واڌ انهن عورتن جي ارهن ۾ وڌيڪ چٽي ۽ ظاهر ٿئي، جيڪي ٻار کي ٿڃن تي نہ پالينديون آهن. اجان بہ اڳتي هلي اهڙيءَ تاءَ واري حالت ۾ ڀنڊ جي هيٺيان وارو گول پڙو (aerola) بہ وڌيڪ گهرو ٿي ويندو آهي تہ ائين بہ ٿي سگهندو آهي تہ ارهہ هلڪا ڳاڙها ٿي ڪاندارجي وڃن. اهڙي ڪاندار پيٽ ۽ ڳچيءَ تي بہ پيدا ٿي ويندي آهي. ڪيترين عورتن ۾ اهڙي شهوتي ڪاندار پيدا ٿي نہ سگهندي آهي. جڏهن تہ ڪن ۾ گهٽيءَ دير سان ظاهر ٿيندي آهي. ڪيترين عورتن ۾ اهڙي شهوتي ڪاندار چٽڻ کان اڳ پيدا ٿيندي آهي. ماهرن جو چوڻ آهي تہ ارهن جو شهوت سان وڏو واسطو آهي. اهوئي سبب آهي جو، چٽڻ دوران ڪيتريون عورتون چاهينديون آهن تہ سنڌن ارهن کي پيڪوڙيو ۽ ڀنڊين کي مهٽيو وڃي جو ان عرصي دوران ڪجهہ وقت جي مزي حاصل ڪرڻ لاءِ اهي هنڌ، سور لاءِ بي حس ٿي ويندا آهن. اهڙي مزي جو اهڙي عورت تي ڪوبہ فرق نٿو پوي تہ هوءَ ڪا ٿڃن تي پالنا ڪري رهي آهي، جو ڏٺو ويو آهي تہ اهڙين عورتن جا ارهہ بہ ايترائي حساس ۽ شهوتي ٿي ويندا آهن، جيترا ڪنهن عام عورت جا. شهوت ۾ پرجي وڃڻ ڪري، ڪن عورتن جي ارهن مان کير ڦڙيون بہ وهي پونديون آهن. گهڻا ماڻهواهو بہ پائيندا آهن تہ ٿڃن تي پالنا ڪرائيندڙ عورت اهڙي شهوت لائق نہ رهندي آهي، جيڪا اجائي ڳالهہ آهي، جنهنڪري هو چاهيندا آهن تہ اهڙيون عورتون ٻالڪن کي ٿڃن تي نہ تاتين.

ارهن ڏارائڻ دوران گهڻيون عورتون شهوت ۾ تہ پرجي ويندون آهن، پرچڻ واري منزل کي پهچي نہ سگهنديون آهن. جيئن چئڻ دوران ڳيرڻ کوئجڻ، ڀنڊيون ۽ اره ڦنڊڻ لڳندا آهن، تيئن بلڪل ساڳئي نموني سان اهڙيون حالتون ارهہ ڏارائڻ ۽ ويم وقت بہ پيدا ٿينديون آهن.

ارهہ تي پالنا ڪرائڻ جو هڪ فائدو هي بہ هوندو آهي تہ جيترو وقت ٻار کي ٿڃ تي پالبو رهبو اوترو عرصو پيٽ ٿيڻ جا موقعا بلڪل گهٽ تي سگهن ٿا. انهيءَ لحاظ کان ارهہ تي پالڻ کي ڳيرو ڪ (contraceptive) جو هڪ بهترين وسيلو سمجهيو ويندو آهي. انڪانسواءِ، اهو بہ ڏٺو ويو آهي تہ ويم کانپوءِ جڏهن ڳيرڻ گهٽي وڏي ويندي آهي تہ ٿڃ تي پالنا سبب اها سسي پنهنجيءَ اصلي حالت کي جلد پهچي ويندي آهي.

## 10. يوني / گرڀ نالي ( Vagina )

يوني هڪ مشڪائين ۽ لچڪدار نالي آهي، جنهن جون پتيون گهنجدار تہ سندس ڊيگهہ ڇئن کان پنجن انچن تائين بہ ٿي سگهي ٿي، جيڪا مثاني ۽ وڏي آنڊي وچ ۾ ٿئي. يونيءَ ۾ ايتري لچڪ هوندي آهي تہ پنهنجيءَ اصلي حالت کان ڪيترا دفعا وڏي ۽ انگهي بہ سگهيتي. اهوئي سبب آهي، جو منجهس آلت کانسواءِ ٻار جهڙي شي کي بہ ويم وقت ڪڍڻ جي سگهہ ٿئي.

يونيءَ کي گرڀ نالي بہ سڏيو ويندو آهي جو هيءَ هڪ پاسي کان ڳيرڻ سان مليل تہ ٻئي پاسي کان جسم کان ٻاهر تي کلندڙ هوندي آهي. يونيءَ جو ٻتو ڪارج ٿئي. پهريون، آلت لاءِ ڪوني / ڪوناري آهي. جتي انزال وقت منجهس مرد جا تخمي جيو اچي پوندا آهن ۽ ٻيو تہ اهوئي، اهو لنگهہ آهي جتان ويم وقت ٻار ٻاهر نڪري ٿو ۽ ائين گرڀ ناليءَ جو ڪم ڏئي ٿي. شهوت جي لحاظ کان هن جو ٻاهريون ٽيون حصو، وڌ ۾ وڌ حساس ٿئي.

شهوتي حالتن دوران يونيءَ جون پتيون اهڙو سٽيو مک پيدا ڪرڻ لڳنديون آهن، جنهن سبب منجهس آلت کي اندر ٻاهر ٿيڻ ۾ سولائي ٿيندي آهي. اڳ ۾ اهو پاڻيو ويندو هو تہ اهو مک ڳيرڻ جي منهن ۽ ان جي غدودن مان خارج ٿئي ٿو جيڪي فرج جي چوگرد آهن. جڏهن تہ وليم ماسٽرس ۽ ورجينيا جونس اهڙي مک جي پيدائشي جو اصل هنڌ ڳولي لڌو ۽ ڏٺو تہ اهڙو مک پيدا ٿيڻ، شهوت ۾ اچڻ جي شروعات هوندي آهي.

اسنپوڳي حالتن ۾ يونيءَ جو لنگهہ بند رهندو آهي جو سندس چپ هڪ ٻئي سان لڳا ٻيٺا هوندا آهن ۽ گهڻي ڀاڱي لعاب (mucus) جي تيزابي اثرن سبب گهميل بہ رهندا آهن. اهڙيون رتوبتون جماع دوران گهڻيون خارج ٿينديون آهن. جڏهن ڪن سببن ڪري، يونيءَ ۾ تيزابي رتوبتن جو خارج ٿيڻ گهٽجي وڃي تہ عام طور تي منجهس انفيڪشن ٿيڻ جا موقعا بہ وڌي ويندا آهن.

# 11. ڳيرڻ / ٻچيداني (Uterus/Womb)

ڳيرڻ / ٻچيداني، ناسپاتيءَ جي شڪل جهڙي، مشڪائين ۾ ڍانڍو / پورو عضوو آهي. جيڪو جسم جي وچتي نهائين ۾ مثاني جي پٺيان، نهائين جي مشڪائين ڏورين وسيلي ٻڌل ٿئي. عام طورتي جڏهن عورت ڳوَرهاري نه هوندي آهي ته هنجي سائيز، عورت جي مٺ کان ٿورڙي ڪا ننڍڙي ٿئي.

ڳيرڻ جو مکيه ڪم اُوسر ڪندڙ ٻچي کي تاتڻ آهي ۾ ائين پيٽ ٽيڻ سان هيءَ به آهستي آهستي وڌندي ويندي آهي. قديم يونانين جو ويساه هوندو هيو ته ڳيرڻ کي پنهنجي ليکي هڪ زندگي آهي، جيڪا پيٽ ۾ آزاديءَ سان هلندي رهيتي ورلي پيٽ ڇهه (diaphragm) کي به پيڪوڙي ٿي ۾ جڏهن ائين ٿئي ٿو، تڏهن مُونجهه ۾ اداسائي پيدا ٿئي ٿي. جنهنکي هنن هسٽيريا (hysteria) جو نالو ڏنو جيڪو پڻ يوناني ٻوليءَ جو لفظ آهي. جڏهن ته اصل ۾ هي هڪ هنڌ ڪتل مشڪائون عضوو آهي ۾ سندس مشڪائين ڪوءَ سبب جيڪا سنيوگ دوران ۾ سينوگ کانپوءِ پيدا ٿئي، تنهن سبب تخمي جيون کي اڳتي فيلوپين نلين ڏانهن ڌڪجڻ ۾ واهر ٿئي ٿي، جتي آنو هوندو آهي. پيٽ ٽيڻ کانپوءِ، ويم وقت به اها سندس مشڪن جي پيڪوڙ ئي هوندي آهي جيڪا ٻار کي ڌڪي ٻاهر ڪيندي آهي.

ڳيرڻ کي ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. جنهن جي مٿين حصي کي سندس جسم (fundus) سڏجي، هي حصو سامهون ڏسڻ سان ٽڪنبو لڳندو آهي. اهوئي اهو حصو آهي، جتي ٻوڪيل آنو اچي ساٽس ڇهڻي پوندو آهي. هن حصي جي ٻنهي پاسن کان ڳيرڻ، فيلوپين نلين سان ڳنڍيل هوندي آهي. سندس ٻئي هيٺين حصي کي ڳهڻ (cervix) سڏجي. هي حصو سوڙهي منهن سان ٿئي. ڳهڻ جو مکيه ڪم ٻچي کي تيستائين جهلڻ هوندو آهي، جيستائين ڪ ويم نٿو ٿئي. ڳهڻ کي ٻچيدانيءَ جو منهن به سڏجي، جيڪو مشڪائون ۾ يوني ۾ هڪ ڳڙکي جيان کلندڙ آهي، جتي جماع دوران تخمي جيو اچي پوندا آهن. ڳهڻ جي نالي عام طورتي هڪ قسم جي مادي؛ لعاب سان پريل رهندي آهي ته جيئن ڪو به ذرڙو مٿي ڳيرڻ ڏانهن وڃي نه سگهي. جڏهن ته آنجڻ (ovulation آني جي نڪرڻ) وقت اهو لعاب پترو پاڻيٺي ٿي وڃيتو ته جيئن، تخمي جيو سولائيءَ سان اڳتي وڌي سگهن.

حمل ۾، ٻار جي تياريءَ لاءِ سندس عام وزن 28 گرامن مان وڌي 900 گرامن تائين پهچي ويندو آهي. ويم جي سورن وقت هيءَ بي پناه طاقت پيدا ڪري، ٻار کي ٻاهر ڪيندي آهي. اهڙيءَ طاقت کي وڌائڻ لاءِ ڪا به صحتمند عورت پيٽ جي مشڪن کي پيڪوڙي، اهڙي زور جي طاقت وڌائي پيٽي ڪري سگهندي آهي. ويم جي چند هفتن کانپوءِ ڳيرڻ وري لڳ ڀڳ ته پنهنجيءَ اصل سائيز کي پهچي ويندي آهي.

ڳپيرڻ جي استر کي بہ تهہ ٿين، جن مان ٻاهريون تلهو ۽ مشڪائون ٿئي تہ اندرين تهہ کي اينڊوميٽريم (endometrium) سڏجي. جڏهن پيٽ ٿيندو آهي تہ اينڊوميٽريم اڳتي هلي اوَر (placenta) جو هڪ حصو بڻجي ويندو آهي. استر ۾ ڳپ ڇهتي واڌ ڪائڻ لڳندو آهي ۽ ٻار کي تيستائين تاتيندو آهي، جيستائين ڪ ڄم نٿو ٿئي. پيٽ نہ ٿيڻ جي حالت ۾ اهو هر مهيني ماهواريءَ جي صورت ۾ نيڪال ٿي ويندو آهي.

اهو بہ ممڪن هوندو آهي تہ ويم دوران ڳڇڻ ڦاٽي پوي ۽ ورلي منجهس انفيڪشن بہ ٿي پوندو آهي. گهڻي ڀاڱي عورتن کي ڳچڻ جي ڪينسر ٿي پوي ٿي. انلاءِ ضروري سمجهيو ويندو آهي تہ وقت بہ وقت تپاسون ڪرائي اهڙي روڳ جي پيدا ٿيڻ کان هوشيار رهجي، ڇو تہ ڳڇڻ جي ڪينسر ڪنهن وقت بہ ٿي سگهي ٿي. جڏهن تہ اهڙو وڌ ۾ وڌ امڪان 35۽ 40 سالن جي ڄمار وچم ٿي سگهي ٿو. اهي عورتون هن قسم جي ڪينسر جو وڌ ۾ وڌ شڪار رهن ٿيون، جن جي عام صحت گندي رهي، جنکي گهڻا ٻار هجن يا جيڪي گهڻي وقت کانوٺي ڳڇڻ جي سوزش يا انفيڪشن جو شڪار رهنديون آهن يا اهي جيڪي اهڙن مردن سان سنيوڳ ڪنديون رهنديون آهن، جن جو طهر ٿيل نہ هوندو آهي ۽ اهي پنهنجيءَ آلت جي صفائي رکي نہ سگهندا آهن. ڪنوارين ۾ ڳڇڻ جي ڪينسر ورلي ٿيندي آهي.

## 12. فيلوپين نليون (Fallopian tubes/Oviducts)

فيلوپين نلين کي يوٽيرائين يا ڳپيرڻ جون نليون (uterine tubes) بہ سڏبو آهي. هنن مشڪائين نلين جو جوڙو ٿئي ۽ ڳپيرڻ جي مٿين هر هڪ پاسي کان هڪ هڪ هوندي آهي. هر هڪ نليءَ جي ڊيگهہ چارکن انچ ٿيندي. سندن مکيہ ڪم آنيدانين مان نڪرندڙ آني کي ڳپيرڻ تائين رسائڻ جو هوندو آهي.

هر هڪ نليءَ کي جهاليدار منهن ۽ آڱرين جهڙا اڀار هوندا آهن، جي آنيدانيءَ جي رسجندڙ آني مٿان ٿين. جن جو ڪم آني کي جهٽي نليءَ اندر اماڻڻ هوندو آهي تہ جيئن آنو، پيٽ ۾ ٻئي ڪنهن پاسي وڃي نہ سگهي. هر نليءَ جي استر ۾ وارن جهڙا اڀار بہ ٿين، جيڪي آني کي اڳتي ڌڪڻ ۾ مدد ڪندا آهن. اهڙو ڪم فيلوپين نلين جي مشڪائين ڪوءَ سبب بہ ٿيندو رهندو آهي. ساڳئي وقت اڀارن جو اهو بہ ڪم ٿئي تہ اهي آني کي اڳتي ڳپيرڻ ڏانهن تڪڙو وڌڻ نہ ڏين تہ جيئن آني کي ايترو وقت ملي سگهي تہ اهو تخمي جيو سان ملي ٻوڪجي سگهي. نلين جي استر ۾ اهڙو مادو پڻ هوندو آهي جنهن ۾ پرو ٽيني جزا جهجها ٿين، تہ جيئن اهي تخمي جيون لاءِ غذا مهيا ڪري سگهن.

جيئن تہ فيلوپين نلين جو آني کي ڳپيرڻ تائين پهچائڻ ۾ اهم ڪم هوندو آهي، تنهنڪري هنن ۾ ڪابہ رنڊڪ ٻار نہ ٿيڻ جو سبب ٿي سگهيٽي. ڪيتريون عورتون پنهنجين فيلوپين نلين کي يا تہ ٻڌرائي يا ڪترائي ڇڏيون آهن (tubal liagation) تہ جيئن انهن وسيلي آنو ڳپيرڻ تائين پهچي نہ

سگهي. اهو عورتن لاءِ فيملي پلاننگ (ڪٽنبي رٿا بندي) ڪرڻ جو هڪ بهترين طريقو آهي.




ٽيوبل لئگيشن

# 13. آنيدانيون (Ovaries)

آنيدانين يا ٻيجڻين جو جوڙو ٿئي، جيڪي نهائين ۾ ڳپيرڻ جي ٻنهي پاسن، ڪاٻي ۽ ساڄي ڪان هونديون آهن. بناوتي لحاظ کان اخروٽ جيتريون، هر هڪ اٽڪل روءِ ڏيڍ ڪان ٻہ انچ ڊگهي، موڪر ۾ انچ ڪن ۽ ٿولهہ ۾ اڌ انچ ڪن ٿيندي. مردن جي خصين جيان انهن جو ڪم بہ عورتاڻا جنسي هارمون (female sex hormones)، ايسٽروجن ۽ پروجيسٽيران ڪانسواءِ آنا پڻ پيدا ڪرڻ هوندو آهي.

مردن جي تخمي جيون جي ابتڙ، عورتن ۾ آنن جي ٺهڻ جو عمل جمڻ کان اڳيئي شروع ٿي چڪو هوندو آهي. اهوئي سبب آهي جو جڏهن ڇوڪري ڄمندي آهي، تڏهن ئي ڪيس آنيدانين ۾ ڏهن لکن تائين آنا موجود هوندا آهن. پوءِ جڏهن ڇوڪري ساماڻجي ويندي آهي تہ اهي گهٽجي وڃي ٿي لک ڪن رهندا آهن، جيڪي پوءِ رسجڻ شروع ڪندا آهن. يا ائين ڪٿي سمجهجي تہ آنيدانيون ڪچن آنن جا ڇڳا آهن ۽ ائين هر مهيني واري وٿيءَ سان، هر هڪ آنيدانيءَ مان هڪڙو آنو (ovum) رسجي تيار ٿيندو آهي. آنيدانيءَ مان، آني جي نسري نڪرڻ واري عمل کي آنجڻ سڏجي ٿنهنڪري اهو سمجهڻ گهرجي تہ

آنيدانين جو ڪم، هر مهيني رڳو هڪڙي آني کي رسائڻ جو هوندو آهي ۽ نـہ ڪي ڪين پيدا ڪرڻ جو. هر هڪ آنو عجب جي حد تائين پوري وقت تي رسبو رهندو آهي. يعني تہ گهڻين عورتن ۾ 28 ڏينهن ڪانپوءِ تہ ڪن ۾ 26-27 يا 29 ڏينهن تي تہ ڪن ۾ 30 ڏينهن تي بہ رسجي پوندو آهي.

رسجي ڇجڻ ڪانپوءِ آنو، فيلوپين نلي جي مُهاڙئين جهالدار حصي رستي فيلوپين نليءَ مان ڳڀيرڻ ڏانهن هلڻ شروع ڪندو آهي. تڏهن ممڪن هوندو آهي تہ اهڙي سفر دوران اهو مرد جي تخمي جيو سان ملي ٻوڪجي پوي، بشرطيڪ اهڙي عرصي دوران جماع ڪانپوءِ اهو ڪيس ٻوڪي سگهي.




متحرڪ ٿيل آنيدانيءَ جي فولائيڪلن مان

آني جو رسجي خارج ٿيڻ

ورلي ائين بہ ٿيندو آهي تہ آنو، آنيدانيءَ مان ڪرڻ ۽ ٻوڪجڻ ڪان ستت ئي پوءِ فيلوپين نليءَ يا ڪنهن ٻئي هنڌ واڌ ڪرڻ شروع ڪندو آهي. جڏهن ٻوڪيل آني جي اهڙيءَ طرح سان واڌ ٿيندي رهي تہ انکي ايڪٽوپڪ پرگننسي (ectopic pregnancy) سڏبو آهي.
عام رواجي حالتن ۾ عورتن جو آنو، مرد جي تخمي جيو سان ڪنهن بہ هڪ فيلوپين نليءَ ۾ ٻوڪبو آهي ۽ پوءِ اهڙو ٻوڪيل آنو ڳڀيرڻ ۾ اچي، پنهنجي وڌيڪ واڌ ڪرڻ شروع ڪندو آهي. جڏهن تہ ايڪٽوپڪ حمل جي حالت ۾ ٻوڪيل آنو، ڳڀيرڻ بجاءِ يا تہ ڪنهن فيلوپين نليءَ يا وري آنيدانيءَ ۾ ئي واڌ ڪرڻ شروع




عورت جو آنو (وڏو ڪري ڏيکاريل) ۽ انجي اندرين جوڙجڪ

ڪندو آهي. اها هڪ خطرناڪ حالت هوندي آهي، جنهن سبب نہ رڳو ماءُ مري سگهندي آهي پر ڀوڪيل آنو بہ، وڏيڪ واڌ ڪائي نہ سگهندو آهي. هن قسم جي حمل ۾، رت ايندي آهي ۽ سور پيدا ٿيندو آهي، انجو علاج اهوئي هوندو آهي تہ اهڙي نليءَ ڪي ڀوڪيل آني سميت، آپريشن رستي ڪڍي ڇڏجي. جيئن تہ عورت کي هڪ ٻي بہ فيلوپيئن نلي هوندي آهي، تنهنڪري هوءَ وري اميد سان ٿي سگهندي آهي.

## سامائجڻ :

ٻالڪپڻي کانوني سامائجڻ جي وچواري عرصي کي نوجواني سڏيو وڃي ٿو. سائنسي لحاظ کان اهڙو عرصو 10 سالن جي عمر کانوني 19 سالن تائين ليکيو ويندو آهي. سامائجڻ سان ڇوڪريءَ ۾ جيڪا خاص تبديلي اچي ٿي، اها حيض اچڻ آهي. جيڪو 10 ۽ 16 سالن جي عمر ۾ ڪڏهن بہ اچي سگهي ٿو.

پهرئين دفعي جي حيض اچڻ کي مينارڪ (menarche) سڏجي. عام طور تي پهرئين حيض اچڻ کي علامت سمجهيو ويندو آهي تہ هاڻ ڇوڪري، عورت ۾ تبديل ٿي، عورتپڻي جو ذميوارين سنڀالي سگهڻ جي لائق ٿي ويئي آهي. ورلي ائين بہ ٿيندو آهي تہ سٺيءَ کاڌ خوراڪ سبب ڇوڪري حيض واري عمر کي سوير ٿي پهچي ويندي آهي. ساڳئي وقت اهو بہ ڏٺو ويو آهي تہ اهي ڇوڪريون جن جا والدين خوشحال هجن، تنکي غريب گهراڻن جي ڇوڪرين جي ڀيٽ ۾ حيض مڙيوئي سوير اچي ٿو. جڏهن تہ ٻنهي قسمن جي گهراڻن جي ڇوڪرين جي حيض اچڻ ۾ اهڙو فرق 6 کان 9 مهينن جي وچ ۾ ڏٺو ويو آهي. هڪڙو خيال اهو بہ پيش ڪيو ويندو آهي تہ اهي ڇوڪريون جيڪي گرم علائقن ۾ رهن ٿيون تنکي حيض

اچڻ جي شروعات گهٽو اڳ ٿئي ٿي، جڏهن تہ اهو خيال صحيح ناهي. ان بجاءِ ثابت ٿيو آهي تہ انتي والدين جي سماجي - اقتصادي حالتن جو وڏيک اثر پوندڙ آهي.

حيض اچڻ ٿي رڳو اهو سبب آهي، جنهنڪري ڇوڪرين جي ڪيترين ڳالهين تي اثر پوئتو ۽ اهي ڳالهيون ڪين نوجوان عورتن ۾ تبديل ڪري ڇڏين ٿيون. انهن تبديلين پيدا ٿيڻ جو سبب، جسم جا اهي انيڪ غدود آهن جيڪي هڪ ٻئي تي اثر انداز ٿين ٿا. اهڙو هڪڙو غدود جيڪو سيني ڳالهين تي ضابطو رکيتو، هائيپوٿيلامس سڏجي، جيڪو مغز جو هڪ مخصوص حصو آهي. هي غدود هڪ ٻئي غدود پٽيوٽريءَ (pitutary) سان سرت ۾ ڪم ڪندي باقي سيني ڳالهين تي ضابطو رکيتو.

حيض شروع ٿيڻ کان اٽڪل چار سال اڳ ڪن سببن ڪري، جن جي اڃان تائين ڄاڻ پئجي نہ سگهي آهي هائيپوٿيلامس ڪي رتوبتون پيدا ڪرڻ شروع ڪريتو، جنکي رليزنگ هارمون (releasing hormones) سڏجي. اهي هارمون خارج ٿيڻ کانپوءِ انهن رت نلين رستي، جن سان هائيپوٿيلامس ڳنڍيل آهي، پٽيوٽري غدود تائين پهچن ٿا، جنهن سبب ٻيا ڪيترا هارمون خارج ٿين ٿا. انهن ۾ هڪڙو، گروٿ هارمون (growth hormone) آهي، جنهن جي خارج ٿيڻ سبب واڌ وارو عمل تيز ٿي، حيض آڻڻ جي شروعات ڪرائي ٿو، ائين حيض اچڻ کان اٽڪل چار سال اڳ ڇوڪري واڌ ڪرڻ شروع ڪريتي. واڌ وارو اهڙو سلسلو، پهرين ٻن سالن دوران وڌ ۾ وڌ هوندو آهي ۽ پوءِ جيئن جيئن حيض اچڻ وارو وقت ويجهو ايندو ويندو آهي تہ اهو، ڍلو ٿيندو ويندو آهي.

اٽڪل 12 سالن جي عمر ۾ پٽيوٽري غدود هڪڙو هارمون خارج ڪرڻ لڳي ٿو، جنهنکي گوناڊوٽرافن رليزنگ هارمون يا گ.ر.هہ (gonadotrophin releasing hormone or G.R.H) سڏجي. هي هارمون گوهن جي صورت ۾ هر نوي منٽن کانپوءِ خارج ٿئي ٿو. گ. ر. هہ جو ڇوڪريءَ جي جنسي لحاظ کان اسرڻ/ مڪمل ٿيڻ تي وڏو اثر پوندڙ هوندو آهي. اهو هارمون جڏهن پٽيوٽري غدود ۾ پهچي ٿو تہ انجي ڪن مخصوص سيلن ۾ هڪڙو رد عمل پيدا ٿئي ٿو، جنهن سبب ٻہ ٻيا هارمون پيدا ٿين ٿا، جن جو عورت جي آنيدانين تي اثر پوندڙ هوندو آهي.

ڄمڻ وقت ڇوڪريءَ جي آنيدانيءَ جي ڪيترن آنن وارن سيلن ۾ پاڻيٺ گڏ ٿي ويل هوندي آهي، جنکي ايگ فولائيڪلس (egg follicles) سڏجي. اهڙو پهريون هارمون جيڪو آنيدانيءَ جي سيلن تي اثر ڪندڙ آهي اهو فولائيڪل اسٽيميوليٽنگ هارمون يا ف.ا.هہ (follicle stimulating hormone or F.S.H)سڏجي، جو ان جو ڪم ڪن فولائيڪلن جي واڌ ڪي اڀارڻ/تحرڪ ۾ آڻڻ هوندو آهي. ائين شروعات ۾ رڳو ڪي فولائيڪل واڌ ڪائي سگهندا آهن ۽ اهي جيئن واڌ ڪائيندا ويندا آهن تہ سندن آس پاس وارن سيلن جا مٿاڇرا (mantles) وري هڪڙو ٻيو هارمون، ايسٽروجن پيدا ڪري وجهندا آهن. اهوئي، اهو هارمون آهي جنهن جي اثر سبب ڇوڪري، عورت ۾ مٽجي ويندي آهي. ائين تحرڪ ۾ آيل




**هارمونن جي اثر هيٺ حيض ايندو رهي ٿو**

فولائيڪل، اٽڪل مهيني تائين ايسٽروجن هارمون پيدا ڪرڻ ڪانپوءِ ختم ٿي ويندا آهن. جڏهن تہ انهيءَ عرصي دوران ڪي ٻيا فولائيڪل تحرڪ ۾ اچي، ايسٽروجن هارمون پيدا ڪرڻ شروع ڪري ڏيندا آهن، ائين پوءِ جيئن جيئن وقت گذرندو ويندو آهي، تيئن تيئن هر مهيني وڌيڪ فولائيڪل (اٽڪل 12 ۽ 20 جي وچ ۾) تحرڪ ۾ ايندا ويندا آهن. جنهن جو نتيجو هي نڪرندو آهي تہ، آنيدانين جي پيدا ڪيل ايسٽروجن هارمون جو مقدار آهستي آهستي جهجهو ٿي ويندو آهي. ايسٽروجن هارمون جا ڪيترائي اثر پيدا ٿيندا آهن جهڙوڪ: اُرهن

جون نليون (ducts) تہ ڀنڊين جي هيٺيان واري ايراضي واڌ ڪائڻ لڳندي آهي، جنهن سبب سڄو ارھ وڌڻ لڳندو آهي، فيلوپين نلين، ڳپيرڻ ۽ يوني؞ جي واڌ ڪي تحرڪ ۾ آڻي ڇڏيندو آهي تہ ساڳئي وقت يوني؞ ۾ آلاڻ پيدا ڪرڻ جو عمل بہ شروع ڪرائيندو آهي. چتڙن تي چربي گڏ ٿيڻ لڳندي آهي، واڌ وارو عمل جيڪو پٽيوٽري غدود جي واڌ واري هارمون سبب اڳ ۾ شروع ٿي چڪو هوندو آهي، انکي بہ مانو ڪري ڇڏيندو آهي تہ جيئن سامائجندڙ ڇوڪري ايتري قداور ٿي نہ سگهي، جيترا عام طور تي ڇوڪرا ٿين.

وقت گذرڻ سان گڏوگڏ رت جي گردشي سرشتي ۾ ايسٽروجن جو مقدار تيزي؞ سان وڌندو ويندو آهي ۽ ائين پهرئين حيض اچڻ جو وقت بہ ويجهو ايندو ويندو آهي. ايٽسروجن جي وڌندڙ مقدار سبب، ڳپيرڻ جو اينڊوميٽريم تهہ واڌ ڪائڻ لڳندو آهي، ساڳئي وقت فيڊبئڪ عمل هيٺ ف.ا.ھ جيڪو پٽيوٽري غدود پيدا ڪريٿو انجو مقدار بہ گهٽجي وڃي ٿو. هڪ دفعو جڏهن ف.ا.ھ جو مقدار گهٽجڻ لڳندو آهي تہ آنيدانين ۾ فولائيڪلن جي واڌ ۽ ايسٽروجن جي پيداوار بہ گهٽجي وڃي ٿي. اهي رت نليون جيڪي ڳپيرڻ کي رت مهيا ڪن ٿيون جُهري ٽٽي پون ٿيون، جنهن سبب ڳپيرڻ ۾ رت وهڻ لڳندو آهي ۽ اينڊوميٽريم ٽٽڻ لڳندو آهي. جنهن جي نتيجي ۾ رت، ٽشوئن جي ڀاڙيٽ ۽ اينڊوميٽريم جا ٽٽل سيل ڳپيرڻ ۾ گڏ ٿي، ڳهڻ مان يوني؞ رستي خارج ٿي وڃن ٿا ۽ ائين حيض اچڻ جي شروعات ٿي وڃي ٿي. مٿئين ڳالهہ مان اهو واضح نٿو ٿئي تہ اهي ڪهڙا ڪارڻ آهن جن سبب هائيپوٿيلامس ۾ اهڙو ردعمل پيدا ٿئي ٿو ۽ حيض اچڻ شروع ٿي وڃي ٿو؟.

تازين کوجنائن مان پڌرو ٿيو آهي تہ اهڙو ردعمل پيدا ڪرائيندڙ، جسم ۾ چربي؞ جو مقدار آهي ڇاڪاڻ جو ڏنو ويو آهي تہ جيسيتائين ڪ، جسم ۾ چربي ڪنهن مخصوص نسبت واري مقدار جيتري گڏ ٿي نٿي وڃي، تيستائين حيض اچڻ جي اهڙي سلسلي ۾ دير پوندي رهي ٿي. اهوئي سبب آهي جو نہ رڳو سنهين سيپڪڙين ڇوڪرين ۾ پر اهي جيڪي بئلٽ ڊانسر هونديون آهن نہ رڳو سنهڙيون ٿين، پر گهٽي ڪسرت پڻ ڪنديون رهن ٿيون، جنهن سبب کين پهريون حيض دير سان اچي ٿو. هيٺ ان سراسري عمر جو ذڪر ڪيو ويو آهي، جن ۾ ڇوڪرين ۾ ڪي تبديليون پيدا ٿين ٿيون:

9 کان 10 سال: ڊونگري؞ وارو هڏو، واڌ ڪائڻ شروع ڪريٿو ۽ عورتاڻي ڊول جو ٿي وڃي ٿو. جسم ۾ چربي گڏ ٿيڻ لڳي ٿي؞منجهس ان مطابق تبديلي اچي عورت جي ڊول کي وڌيڪ مستحڪم ڪري ڇڏي ٿي.

10 کان 11 سال : ارهن جو ڀنڊيون اڀرن ٿيون، ڀنڊين جي سائيز ۾ واڌارو اچي ٿو ۽ نهانئين تي وار اڀرڻ شروع ڪن ٿا.

11 کان 13 سال : ڀنڊين جي هيٺيان واري ايراضي؞ ۾ واڌ اچڻ لڳي ٿي اندريان جنمي ۽ ٻاهريان جنسي عضوا نسرڻ ۽ واڌ ڪائڻ لڳن ٿا. يوني؞ جون پتيون ٿلهيون ٿي وڃن ٿيون ۽ ممڪن هوندو آهي تہ يوني؞ جون رتوبتون خارج ٿيڻ لڳن.

12 کان 14 سال : اُرهن جي وڌيڪ واڌ ٿئي ٿي ۽ پنڊين جو رنگ وڌيڪ گهرو ٿي وڃيٿو.
13 کان 15 سال : نهائين تي گهڻا وار اڀري اچن ٿا ۽ ڪڇن وارا به ظاهر ٿيڻ لڳن ٿا. ان عمر ۾ اٽڪل ڇوڪرين جي اڌ تعداد ۾ منهن تي موهيڙا پيدا ٿيڻ لڳن ٿا. پهريون پيرو حيض اچي ٿو. پهريان چند حيض، بي قاعدگيءَ سان اچن ٿا.
15 کان 17 سال : ارهن ۽ ڇتڙن تي وڌيڪ چربي گڏ ٿيڻ لڳي ٿي ۽ ماهواري باقاعدگيءَ سان اچڻ لڳي ٿي.
16 کان 18 سال : هڏائين پڃري جي وڌيڪ واڌ ٿيڻ بند ٿي وڃي ٿي ۽ ڇوڪري پنهنجي قد جي انتها کي پهچي وڃي ٿي.

## حيض اچڻ (Mensutration)

شروعات ۾ حيض اچڻ جي ابتدا بي قاعدگيءَ سان ٿئي ٿي ۽ پوءِ جيئن جيئن وقت گذرندو وڃي ٿو تيئن تيئن حيض اچڻ جو اهڙو سلسلو به باقاعدي ٿيندو وڃي ٿو. اٽڪل 4 کان 6 سالن اندر (يعني ته پهرين حيض اچڻ کان پوءِ عمر جي لحاظ کان 17 کان 19 سال) ڇوڪريءَ جي ماهواريءَ وارو عمل بلڪل قائم ٿي وڃي ٿو. هر عورت ۾ حيض اچڻ جو اهڙو عمل پنهنجيءَ نوعيت جو ٿي سگهي ٿو، جڏهن ته گهڻي ڀاڱي عورتن کي 45 سالن تائين (سواءِ ڳوڙهارپ واري عرصي جي) ماهواري ايندي رهي ٿي. ان عمر کان پوءِ اها وري آهستي آهستي بي باقاعدي ٿي وڃي ٿي. سهوليت خاطر، ماهواريءَ جي وقت جو ڪاٿو هيئن ڪيو ويندو آهي ته: ماهواري جي ڦِٽپ جي شروعات، ماهواري جي پهرئين ڏينهن کان ڪئي ويندي آهي، يعني ته جنهن ڏينهن تي اها ايندي آهي. (پهريون ڏينهن) ۽ بيءَ ماهواري اچڻ جي پهرئين ڏينهن کان هڪ ڏينهن اڳ، تائين ڪئي ويندي آهي. ائين ماهواري جي ڏينهن ۾ نه رڳو اهي ڏينهن شمار ڪيا ويندا آهن، جن ڏينهن تي رت ايندي رهندي آهي، پر انهن ڏينهن جي به ڦِٽپ ڪئي ويندي آهي، جيڪي ٻن ماهوارين جي وچوارا هوندا آهن. گهڻين عورتن جي ماهواري 22 کان 35 ڏينهن جي هوندي آهي، جڏهن ته سراسري طور تي اها 29 ڏينهن جي ٿئي. ساماڻجڻ وقت جيستائين ڪ اهڙو سلسلو باقاعدگيءَ سان شروع ٿئي، حيض بي قاعدگيءَ، وقفي وقفي سان ايندو آهي ۽ عام رواجي حالتن جي ابتڙ ڊگهي عرصي وارو هوندو آهي، ورلي اهو گهڻو جلد جلد به ٿي سگهي ٿو. پهرئين حيض اچڻ جي پهرئين سال يا ٻن کانپوءِ، اهو به ممڪن هوندو آهي ته سال ۾ حيض رڳو ٻه يا ٽي پيرا اچي ۽ جڏهن ايندو آهي ته، گهڻي مقدار ۾ هوندو آهي جيڪو پوءِ اوير يا سوير باقاعدگيءَ سان اچڻ لڳندو آهي.

## ماهواري (The Menstrual cycle)

عام طور تي چيو ويندو آهي ته ماهواري ڦيرڻ جو روئڻ آهي ڇاڪاڻ ته

هوءَ "گرپوتي ٿي نٿي سگهي". جيئن اڳ ۾ چيو ويو آهي تہ ماهواريءَ ۾ رت اچڻ، نتيجو هوندو آهي ڳپيرڻ جي استر جي ٽٽڻ ۽ نيڪال ٿيڻ جو ۽ اهڙو سلسليوار عمل تڏهن پيدا ٿئي ٿو جڏهن ڳپيرڻ ان ڳالهہ لاءِ تيار ٿي وڃي ٿي تہ اها ٻوڪيل آني کي پنهنجو ڪري حامل ٿي سگهي، پر جڏهن حمل ٿي نہ سگهندو آهي تڏهن اهڙو تيار ٿيل استر ڳپيرڻ مان نيڪال ٿي وڃي ٿو ۽ سندس تياريءَ وٺڻ جو اهڙو سچو سلسلو نئين سر تيار ٿيڻ لڳي ٿو. اهڙي سلسليوار عمل پيدا ڪرائڻ جو رڳو ۽ رڳو ذميوار هائيپوٿيلامس آهي ۽ مغز جي هن حصي تي جذبن ۽ چنتائن جو بہ اثر پوندڙ هوندو آهي، جنهن جو ثبوت هن ڳالهہ مان ملي سگهيٿو تہ جڏهن ڪا ڇوڪري پنهنجو گهر ڇڏيندي، ڏندو/ نوڪري بدلائيندي يا جڏهن ڪنهن سنگين قسم جي جذباتي ردعمل جو شڪار ٿيندي آهي، تڏهن ممڪن هوندو آهي تہ سندس حيض اچڻ بند ٿي وڃي. حيض اچڻ ڪيتري وقت لاءِ بند ٿي وڃي ٿو، اهو گهٽ وڌ بہ ٿي سگهي ٿو، جڏهن تہ عام طور تي وري حيض اچڻ جي شروعات ٻن ٽن مهينن اندر ٿي ويندي آهي. ورلي ائين بہ ٿيندو آهي تہ ڪيترين عورتن کي سال تائين حيض اچي نہ سگهندو آهي. عام طورتي اهڙي حيض نہ اچڻ جو سبب، جيئن عام طور تي سمجهيو ويندو آهي ڪا بيماري وغيره نہ هوندي آهي. عام طور تي اهو بہ هڪ خيال پيش ڪيو ويندو آهي تہ حيض اچڻ معنيٰ جسم جي صفائي آهي، جيڪو هڪ اجايو خيال آهي. ساڳئي وقت جڏهن حيض نہ ايندو هجي تہ انجو اهو مطلب بہ سمجهڻ نہ گهرجي تہ ڪو، هاڃيڪار/ زهريلو مادو جسم ۾ گڏ ٿي وڃيٿو. اهو سمجهڻ لاءِ تہ ماهواري ڪيئن ٿي اچي؟ بهتر ٿيندو تہ اهڙي مختصر وضاحت حيض اچڻ جي ڏينهن ڪان ڪئي وڃي ۽ اهو ڏنو وڃي تہ وري نئين سر، ايندڙ ماهواري تائين جسم ۾ ڪهڙيون تبديليون پيدا ٿين ٿيون.

ماهواريءَ دوران هائيپوٿيلامس، گوناڊوٽرافن رليزنگ هارمون جو ڪجهہ مقدار خارج ڪريٿو، جنهن سبب ف.ا.هہ پيدا ٿين ٿا. رت ۾ ف.ا.هہ جو مقدار وڌي وڃيٿو ۽ آنيدانين ۾ فولائيڪلن جي ڪجهہ تعداد کي متحرڪ ڪريٿو. اهي فولائيڪل واڌ ڪائين ٿا ۽ جيئن جيئن واڌ ڪائين ٿا، تيئن تيئن ايسٽروجن هارمون بہ پيدا ڪرڻ لڳن ٿا، ائين هن عورتاڻي جنسي هارمون جو رت ۾ مقدار وڌڻ لڳي ٿو، جيئن اڳ ۾ بيان ڪيو ويو آهي تہ هن هارمون جا جسم جي جنسي عضون جي سيلن تي ڪيترائي اثر پيدا ٿين ٿا، جڏهن تہ اهڙو هڪڙو اثر جنهن سان اسانجي هتي دلچسپي آهي، اهو آهي سندس ڳپيرڻ جي استر تي مخصوص اثر. ايسٽروجن هارمون جو ڪم ڳپيرڻ جي استر کي متحرڪ ڪرڻ هوندو آهي، ماهواريءَ جي آخر تائين، ڳپيرڻ جو استر گهٽي پاڳي ٿئي، ڳري رت سان ملي حيض جي صورت ۾ نيڪال ٿي وڃيٿو. ڳپيرڻ جي استر ۾ ڪيتريون ئي ننڍڙيون پتڪڙيون رت نليون ٿين، جنکي اينڊو ميٽريل غدود (endometrial glands) سڏجي، اهي غدود ڪيترن ئي تهن جي صورت ۾ سٽيل هوندا آهن، جنکي اينڊوميٽريل اسٽرومل سيل (endometrial stromal cells) سڏجي. ايسٽروجن هارمون انهن

غدودن جي واڌ ڪرائي ٿو ۽ اسٽرومل سيل وڌي گھڻا ٿي وڃن ٿا. اهڙيءَ واڌ سبب ڳيبرڻ ۾ بہ تبديليون اچن ٿيون ۽ ڳيبرڻ ۾ پيدا ٿيندڙ اهڙيءَ واڌ کي، ماهواريءَ جي واڌ وارو دور ( proliferative phase ) سڏبو آهي. فولائيڪلن جي واڌ ڪائڻ سبب رت ۾ ايسٽروجن هارمونن جو مقدار بہ وڌڻ لڳي ٿو ۽ ائين ماهواري شروع ٿيڻ جي 13 ڏينهن تي ان جو مقدار چهوٽو ٿي وڃيٿو. هارمونن جي اهڙي مقدار جو هائيپوٿيلامس تي ابتو اثر پوي ٿو، جنهن سبب سندس ف.ا.هہ جي پيداوار گهٽجي وڃي ٿي تہ، هائيپوٿيلامس وري هڪ ٻيو هارمون، ايل ايچ (L.H) رليزنگ هارمون خارج ڪرڻ شروع ڪريٿو، اهو هارمون انهن رت نلين رستي نيو ويندو آهي جيڪي هائيپوٿيلامس کي پٽيوٽريءَ سان ڳنڍيل رکن ٿيون، پٽيوٽريءَ ۾ پهچڻ ڪانپوءِ، اتي جا ڪي مخصوص سيل هڪ نئون هارمون، ليوٽينائيزنگ هارمون يا ل.هہ (L.H) خارج ڪن ٿا. هن هارمون کي ليوٽينائيزنگ ان سبب سڏجي جو سندس ڪم ڪنهن بہ هڪ فولائيڪل کي چوڪ ڏيئي منجهانئس آنو خارج ڪرائڻ هوندو آهي. انهي جي خارج ٿي وڃڻ ڪانپوءِ، خالي رهجي ويل فولائيڪل جو سيل، ڪليل پيلي رنگ ۾ بدلجي وڃيٿو. جيئن تہ لئٽن ٻوليءَ ۾ ڦکي لاءِ ليوٽس ( luteus ) جو لفظ استعمال ٿئي ٿو، انڪري هن هارمون کي ليوٽينائيزنگ يا پيلو ڪندڙ هارمون سڏبو آهي. حيض شروع ٿيڻ جي 14 ڏينهن تي ليوٽينائيزنگ هارمون جي هڪ اوچتي گوهي جي سير، رت جي گردشي سرشتي ۾ پيدا ٿئي ٿي، جيڪا آنيدانين ۾ پهچي فولائيڪل جي انهيءَ سيل کي چوڪ ڏئي ٿي جنهن جو آنو وڌ ۾ وڌ نسري آيل هجي، اهو پوءِ ائين مٿي ابري اچي ٿو جڻ تہ سختيءَ سان ڦوڪيل ڪو ننڍڙو ڦوڪڻو هجي. واڌ دوران اها مخصوص فولائيڪل، سڄي آنيدانيءَ مان مٿي ابري مٿاڇري تي ڏسڻ ۾ لڦ جيان اچي ٿي.

ليوٽينائيزنگ هارمون جي اوچتي اثر سب فولائيڪل ڦسي آني کي ڌڪي ٻاهر ڪڍي ٿي، جنهن سان گڏ ڪجهہ پاڻيٺ بہ خارج ٿئي ٿي، جنهن ۾ آنو چنبڙيل هوندو آهي. اهو پوءِ فيلوپين نليءَ جي آگرين جهڙن اڀارن ۾ جيڪي انوقت آنيدانيءَ جي بلڪل مٿان هوندا آهن، ڇهڻي وڃي ٿو ۽ آهستي آهستي فيلوپين نليءَ ۾ اڳتي هلڻ شروع ڪريٿو. پوءِ جيڪڏهن آنو ٻوڪجڻو هوندو تہ اتي ٻوڪجي پوندو آهي.

هڪ دفعو جڏهن آنو خارج ٿي وڃي ٿو تہ انجي خالي ڦٽل فولائيڪل، سسي ڪومائجي وڃي ٿي، جنهن جي پٺين تي ليوٽيائيزنگ جو اهو اثر پوي ٿو جو اهو پيلو ٿي وڃي ٿو. اهڙي ڪومائيل فولائيڪل کي ڦڪوجسم يا طبي ٻوليءَ ۾ ڪارپس ليوٽم (corpus luteum)سڏبو آهي. ڪارپس ليوٽم جي سيلن جي رنگ ۾ ڦيري اچڻ جو مطلب هوندو آهي تہ سندس ڪارج ۾ ڦيرو اچي ويو آهي. (ٻين متحرڪ ٿيل فولائيڪلن جو پڻ جيڪي جلد واڌ ڪائي نہ سگهيا هيا) هاڻ انهن سيلن جو ڪم نہ رڳو ايسٽروجن هارمون پر ساڳئي وقت هڪ نئون هارمون بہ خارج ڪرڻ هوندو آهي. اهڙي نئين هارمون کي پروجيسٽيران (progesterone) سڏجي هن هارمون تي پروجيسٽيران جو نالو انڪري پيو

آهي جو سندس ڪم ڳپيرڻ کي حمل ( progestos ) لاءِ تيار ڪرڻ ٿئي. عورت جيڪي جنسي هارمون پيدا ڪريٿي، انهن ۾ پروجيسٽيران ٻئي نمبر تي مکيہ جنسي هارمون آهي. هن هارمون جا ڪيترائي مکيہ ڪم ٿين. جن مان ڪي هي آهن: تابعدار (involuntary) مشڪن کي مائو رکڻ، چمڙيءَ جي سٽي جهڙي مادن کي خارج ڪرڻ ۽ جسم جو ٽمپريچر بہ وڌائي ڇڏڻ. اهوئي سبب آهي جو ماهواريءَ جي پوئين اڌ ۾ جڏهن عورتن جي جسم جو ٽمپريچر، عام رواجي ٽمپريچر کان وڌيڪ يعني 37.4°C هوندو آهي تڏهن بہ اهو سندس لاءِ نارمل ٿئي.

پروجيسٽيران جوسڀ کان اهم ۽ مکيہ اثر ڳپيرڻ تي هوندو آهي، جو ان سبب ڳپيرڻ جو استر سہر ٿي وڃي ٿو، ڳپيرڻ جي غدودن کي ان ڳالهہ لاءِ متحرڪ ڪري ٿو تہ اهي غذائي رسون پيدا ڪن ۽ ڳردار ٿي وڃن تہ جيئن اهڙين حالتن ۾ جڏهن پوڪيل آنو سندس استر سان اچي لڳي تہ ڪيس گهربل غذا ملندي رهي. ماهواريءَ جي ٻئي حصي کي، جڏهن آنو نسري اچي ٿو (آنجڻ) تہ انکي ليوٽيل يا پروجيسٽيشنل يعني حمل وارو دور ( progestational phase ) سڏيو ويندو آهي.







ماهواريءَ دوران اينڊوميٽريم جون چار مختلف حالتون ڏيکاريل

جڏهن آنو ہوڪجي، ڦيڦڙ سان لڳي نٿو سگهي تہ اهڙين حالتن ۾ آنيدانيءَ جو پيلو حصو ختم ٿي وڃي ٿو (ائين ٻيا متحرڪ ٿيل فولائيڪل بہ ختم ٿي وڃن ٿا)، اهڙين حالتن ۾ رت ۾ ايسٽروجن ۽ پروجيسٽيران جو مقدار گهٽجي وڃي ٿو، جنهن جا ٻہ اثر پيدا ٿين ٿا: (1) هائيپو ٿيلامس غدود جي گ-ر-هہ تي وڌيڪ جهل نٿي رهي ۽ پٽيوٽري غدود، ف-ا-هہ گهٽي مقدار ۾ خارج ڪرڻ شروع ڪري ٿو. (2) ايسٽروجن ۽ پروجيسٽيران جي تحرڪ بنان ئي ڦيڦڙ جو نئون، ٿلهو ۽ غذائيت سان ڀرپور استر ڪومائجڻ شروع ڪري ٿو ۽ ڪومائجڻ وقت، سندس اهي سنهيون رت نليون، جيڪي ڪيس رت پهچائينديون رهن ٿيون، ڪوئجڻ شروع ڪري ٽٽي ڀُري وڃن ٿيون، جنهن سبب استر جي اونهن تهن ۾ رت هير (رت وهڻ) ٿيڻ لڳي ٿي. ان سبب مٿيون پاهريون حصو ٽٽڻ لڳي ٿو ۽ ڇڄي ڌار ٿي ڦيڦڙ جي پاڻي ۾ ڪرڻ لڳي ٿو. ان سان گڏ رت ۽ اها پاٽيٽ پڻ هوندي آهي، جيڪا اينڊوميٽريم مان سمي اچي ڦيڦڙ ۾ پوندي آهي. هن وقت جيڪا رت خارج ٿيڻ لڳندي آهي، سا حيض ۾ خارج ٿيڻ واري رت جو اڌ يا ٽين پتي هوندي آهي. جڏهن تہ انڪانپوءِ، چند ڪلاڪ اندر ڦيڦڙ ۾ ايتري رت خارج ٿيڻ لڳندي آهي جو ان سبب اها ڦهڻ رستي يونيءَ ۾ اچي پوندي آهي ۽ ائين حيض اچڻ شروع ٿي ويندو آهي.

گهٽين ڇوڪرين کي حيض بابت ڄاڻ مائر مهيا ڪنديون آهن. جڏهن تہ ڪيتريون مائر اهڙيون بہ هونديون آهن،جن کي پاڻ بہ حيض بابت گهٽي سڌ نہ هوندي آهي يا جڏهن سندن ڌيئرن کي پهريون ڀيرو حيض ايندو آهي تہ هو ڪين ان بابت اصلي حقيقتن کان آگاهہ ڪرڻ نہ چاهينديون آهن. جنهن جو نتيجو هي نڪرندو آهي تہ ڪيتريون ڇوڪريون اهوئي پائينديون آهن تہ اها ڪا خطرناڪ ڳالهہ آهي. جنهن ڪري ڪين حيض بابت اجايا وهم ۽ گمان پيدا ٿيندا آهن ۽ پائينديون آهن تہ ڪين ڪا بيماري ٿي پيئي آهي، خاص طور تي جڏهن اهڙن ڏينهن ۾ هوءَ چيڙاڪ ٿي پيئي هجي يا ساٽائي محسوس ڪندي هجي. ائين هو پريشان رهنديون آهن.

ماهواريءَ جو مختصر هيٺين طرح سان ذڪر ڪري سگهجي ٿو:

عورت جي سڄيءَ جنمي زندگيءَ ۾ يعني تہ زندگيءَ جا اهي سال جڏهن هوءَ اميد سان ٿي سگهي ٿي، سندس جنمي عضون ۾، هر مهيني ڪي لاڳيتون تبديليون پيدا ٿينديون رهن ٿيون. جن جي نشاندهي سندس ڦيڦڙ مان رت جي نيڪال ٿيڻ جي صورت ۾ ٿيندي آهي، جيڪا ڇئن يا پنجن ڏينهن تائين ايندي آهي، اهڙي ماهوار عمل کي، ماهواري سڏجي ٿو.

ماهواري جنمي سرشتي جي آنيدانين جي اثر هيٺ رهي ٿي. ماهواري جي شروعات ۾ يعني تہ حيض اچڻ جي اٽڪل پهرئين ڏينهن تي، آنيدانين جي فولائيڪلن جا ڪي مخصوص سيل ۽ منجهس موجود آنو، آهستي آهستي وڌي، آنيدانيءَ جي مٿاڇري تي نسري اچي ٿو. اٽڪل 14 ڏينهن تي اهو فولائيڪل ڦسي پوي ٿو ۽ آنو ٻاهر نڪري فيلوپين نليءَ ۾ داخل ٿي پنهنجو سفر ڦيڦڙ ڏانهن شروع ڪري ٿو. فولائيڪل جي ڦسڻ ڪانپوءِ سڪٽي تي ويل ان فولائيڪل ۾ ڪي

تبديليون اچن ٿيون ۽ پروجيسٽيران هارمون پيدا ڪرڻ شروع ڪري ٿي. هن هارمون جو اثر ٻڪيرڻ تي پوي ٿو. جنهن سبب ٻڪيرڻ جو استر سپر تي ان لاءِ تيار ٿي وڃي ٿو ته اهو، ٻوڪيل آني کي پاڻ سان چهٽائي سگهي، بشرطيڪ اهو آنو ٻوڪجي سگهيو هجي. ماهواريءَ جي ان سلسلي ۾، اهڙو عمل 28 ڏينهن تي عروج تي پهچي وڃي ٿو. اهڙين حالتن ۾ جڏهن آنو ٻوڪجي نٿو سگهي، تڏهن ٻڪيرڻ جو استر ڳري، حيض جي صورت ۾ نيڪال ٿي وڃي ٿو جنهن ۾ رت ڪانسواءِ منجهس اڻبوڪيل آنو به هوندو آهي. ائين هر مهيني ماهواري وارجائبي رهي ٿي. پر جي آنو ٻوڪجي وڃي ٿو ته اهو ٻڪيرڻ جي استر سان چهٽي وڌيڪ واڌ ڪرڻ شروع ڪري ٿو. ساڳئي وقت اها ڳالهه به ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته آنجڻ واري عمل ڪانپوءِ آني جو فيلوپين نليءَ ۾ داخل ٿيڻ، ماهواريءَ جي اٽڪل 14 ڏينهن تي عمل ۾ اچي ٿو ۽ اهوئي آني جي ٻوڪجڻ جو بهترين وقت سمجهيو ويندو آهي.

اٽڪل هر مهيني جي 28 ڏينهن تي، 12 سالن جي عمر ڪانوئي 45 سالن جي چمار تائين عورت کي حيض ايندو رهندو آهي، جنهن ۾ رت ۽ ٻڪيرڻ جو استر يونيءَ رستي جسم کان ٻاهر خارج ٿي وڃي ٿو. اهو به ممڪن هوندو آهي ته، حيض شروع ٿيڻ کان اڳ يا ان سان گڏو گڏ ڪي ٻيا اهڃاڻ به پيدا ٿي پون جهڙوڪ: مٿي جو سور ۽ اوڪارا وغيره جيڪي ان ڳالهه جا اهڃاڻ هوندا آهن ته معمول مطابق عورت جو آنو تيار ٿي رهيو آهي ۽ عورت جي جسم ۾ هارموني تبديليون به پيدا ٿي رهيون آهن. ائين ساماڻجڻ ڪانوئي سنڌ ٿيڻ (menopause) تائين عورت کي حيض ايندو رهيٽو.

عام عورتي حيض لاءِ عجيب غريب خيال ۽ ڏند ڪٿائون پيش ڪيون وينديون آهن ۽ اهڙو سلسلو قديم دور کان وٺي اڄ تائين ڪيترين تهذيبن ۾ هلندو اچي. ماڻهو پائيندا آهن ته اهڙي عورت جيڪا حيض ۾ هجي تنهن جي هٿ لائڻ سان کير ڦٽي، ڪاڌو پليت ٿي وڃي ٿو، فصلن کي نقصان رسي ٿو ۽ ڍڪا جانور به ٿيجي پون ٿا. ڪٿي ڪٿي ته اهڙين عورتن کي باقي سماج کان الڳ ڪري ويران جاين ۾ رهايو ويندو آهي. اڄ جي ماڊرن دور ۾ به ڪن سوسائٽين ۾، اهڙن وسوسن وارا ماڻهو موجود آهن. جڏهن ته سائنسي لحاظ کان اهي سڀ اجايون ڳالهيون آهن. چو ته جديد کوجنائن ڪانپوءِ ظاهر ٿيو آهي ته اهڙي عورت جيڪا حيض ۾ هجي اها وهنجي تري، پنهنجا وار ڌوئي ۽ جيڪڏهن چاهي ته سنيوڳ به ڪري سگهي ٿي.

جڏهن حيض سبب ڪي پيچيدگيون پيدا ٿينديون هجن ته انهن جا ڪي اهڃاڻ پيدا ٿيندا آهن جهڙوڪ: مٿي، پنيءَ جو سور، اوڪارا، ارهن جو ڏکڻ، نفسياتي دٻاءُ ۽ ڊپريشن وغيره. عام طورتي اهڙيون نشانيون حيض شروع ٿيڻ کان هفتو کن اڳ شروع ٿي سگهنديون آهن. جڏهن ته ڪن عورتن ۾ حيض جي شروعات کان اڳ اهڙيون نشانيون پيدا ٿي نه سگهنديون آهن.

## حيض نه اچڻ (Amenorrhea)

حيض نه اچڻ جا به سبب ٿي سگهن ٿا. (1) ابتدائي (primary) ۽ (2)

ثانوي (secondary) . ابتدائي اُمينوريا اها حالت آهي جڏهن ڪڏهن به حيض نه آيو هجي. جنهن جا ڪيترائي ڪارڻ ٿي سگهن ٿا . جهڙوڪ: ڳپيرڻ يا آنيدانين جي اڻپوري واڌ، رت جي پوٽائي (anaemia)، ورلي فرج جي سوزش يا اينڊوڪرائين غدودن جي پيداوار ۾ گڙٻڙ به ٿي سگهي ٿي.

ثانوي اُمينوريا ، انهن عورتن ۾ پيدا ٿيندي آهي، جنڪي هونئن ته حيض ايندو رهندو آهي پر ڪن ڪارڻن سبب اهو بند ٿي ويندو آهي. جهڙوڪ: حمل سبب عورتن کي حيض نه ايندو آهي ۽ ورلي تبستائين شروع ٿي نه سگهندو آهي، جيستائين ڪ ويم کي ڪجهه هفتا نتا گذرن. خاص طورتي تڏهن، جڏهن اهڙي عورت ٻار کي ڌڪ ڌارائيندي رهي. انکانسواءِ ڪن جذباتي ڀاون جهڙوڪ: سڪتي (شاڪ)، پو، سفر، ڪنهن دٻاءَ، دپ، رت جي پوٽائيءَ ۽ اينڊوڪرائين غدودن جي بي ترتيب عمل سبب به ائين ٿي سگهندو آهي.

# حيض تڪليف سان اچڻ (Dysmenorrhea)

هن حالت ۾ حيض تڪليف سان ايندو آهي. هيءَ تڪليف ٻن قسمن جي ٿي سگهي ٿين (1) اها حالت جڏهن ، حيض شروع ٿيڻ سان سور پيدا ٿيندو هجي. جنهن جو سبب ڳپيرڻ ۾ ڳيڙيون پوڻ، ڳپيرڻ جي ڳٽ، هارمونن جو غير متوازن هجڻ يا ڪي جذباتي ڳالهيون به ٿي سگهن ٿيون. (2) اهي عورتون جن کي اڳ ۾ ڪڏهن به اهڙو سور نه ٿيو هجي. هن سور جي پيدا ٿيڻ جا ڪارڻ، ڪيترا ئي زنانا روڳ ٿي سگهن ٿا . اهڙو سور جڏهن لاڳيتو رهندڙ هجي، تڏهن ڪي مخصوص تپاسون ڪيون وينديون آهن.

# حيض گهڻو اچڻ (Metorrhagea)

هيءَ اها حالت آهي جڏهن ڳپيرڻ مان بي قاعدگيءَ سان رت ايندي رهندي آهي. هن روڳ جي ٽن قسمن ۾ درجيبندي ڪري سگهجي ٿي. (1) حيض ۾ گهڻي مقدار ۾ رت خارج ٿيندي رهي يا جڏهن حيض ڏگهي وقت تائين هلندو هجي، تڏهن اهڙي عورت رت جي پوٽائيءَ جو شڪار ٿي ويندي آهي. جنهن جو علاج اهڙا ڪاڌا کائڻ هوندا آهن، جن سان رت جي پوٽائيءَ جي ڪوٽ کي پورو ڪري سگهجي. (2) حيض جي وچواري عرصي ۾ بي وقتائتي رت اچڻ. هن حالت جي پيدا ٿيڻ جو هڪ عام سبب هارمونن جي پيداوار جو بي ترتيب ٿي وڃڻ هوندو آهي ته اهو ڪنهن ٽيومر (ڳوڙهيءَ) جو ڳپيرڻ ۾ هجڻ جي نشاني به ٿي سگهي ٿي. (3) اها حالت جڏهن، سنڌ ٿيڻ کانپوءِ به رت ايندي هجي.

# سنڌ ٿي وڃڻ (Menopause)

عورت جي حياتيءَ جو اهو دور جڏهن ڪيس حيض اچڻ هميشه لاءِ بند ٿي وڃي ته اهڙيءَ حالت کي سنڌ ٿي وڃڻ سڏبو آهي. عام طورتي عورت 45 کان 50 سالن جي عمر ۾ سنڌ ٿي، منجهانئس هميشہ لاءِ ٻار ڄڻڻ جي سگهه ختم ٿي وڃي

ٿي. اهڙو وقت ڪجھ اڳ يا پوءِ بہ اچي سگھي ٿو جنهن جو وڏيڪ مدار اڳيڪ (موروثي ڳالهين) تي پڻ مدار رکندڙ هوندو آهي. عام طور تي اهوئي ڏٺو ويو آهي تہ جن عورتن کي حيض اچڻ جي شروعات سوير ٿئي ٿي، سي سنڌي دير سان ٿين ٿيون. ورلي اهو بہ ممڪن هوندو آهي تہ سنڌي ٿيڻ جو عمل، عمر جي چوٿين ڏهاڪي ۾ ئي شروع ٿي وڃي، يعني تہ وقت کان اڳي سنڌي ٿي وڃڻ بہ ڪا غير معمولي ڳالھ نہ هوندي آهي.

عام طورتي سنڌي ٿيڻ واري عمل جي شروعات هيٺين طرح سان ٿئي ٿي:

1- جڏهن حيض اچڻ هڪدم بند ٿي وڃي ۽ وري ڪڏهن بہ نہ اچي.

2- ماهواريءَ جو اهڙو مقدار آهستي آهستي ٿي گھٽبو وڃي ۽ پوءِ اهو هميشه لاءِ بند ٿي وڃي ۽

3- ايندڙ حيض ڪيترن مهينن تائين لاڳيتو ايندو رهي ۽ پوءِ هميشہ لاءِ بند ٿي وڃي.

سنڌي ٿيڻ جي عمل جي پيدا ٿيڻ جو سبب آنيدانين جي ڪم ۾ تبديلي اچڻ هوندي آهي، جنهن جا جسم ۾ ڪيترائي اثر پيدا ٿين ٿا جهڙوڪ : جنسي عضوا سوڪهڙو ڪائڻ شروع ڪن ٿا، جنهن سبب ارھ سسڻ ۽ يوني خشڪ ٿي ويندي آهي جو ان جون رتوبتون خارج ٿيڻ بند ٿي وينديون آهن. جنهن ڪري سنيوڳ دوران، درد پيدا ٿيندو آهي ۽ بيمارين سان مقابلي ڪرڻ جي قوت گھٽجي ويندي آهي.

جيئن تہ عمر جي هن عرصي دوران، جسم جي هارمونن جي توازن ۾ تبديلي ٿيڻ لڳندي آهي، تنهنڪري جسم ۾ وڌيڪ چربي گڏ ٿيڻ، چمڙي گھنججڻ ۽ منهن تي وار پيدا ٿيڻ لڳندا آهن. انڪانسواءِ اهو بہ ممڪن هوندو آهي تہ مٿي جو سور، چڙ ۽ اداسائپ جهڙيون ڳالهيون پيدا ٿي سگھن. گھٽي ياڳي، عورتن ۾ اهڙا هارمون وري آهستي آهستي متوازن ٿي وري ٺيڪ ٿي ويندا آهن، عورتون چڱيلائيءَ واريءَ حالت ۾ اچي وينديون آهن ۽ سنيوڳ ڪرڻ جي خواهش پيدا ٿيڻ لڳندي آهي. ڪيتريون عورتون اهڙيون بہ هونديون آهن جيڪي، سنڌائپ واري وقت کي پنهنجيءَ زندگيءَ جو بهترين وقت سڏينديون آهن.

## آني جو ٻوڪجڻ- زندگيءَ جي شروعات:

عام طور تي آنو، ڪنهن بہ هڪ فيلوپين نليءَ جي آخري ٽئين حصي ۾ ٻوڪبو آهي. (ٻوڪجڻ= جڏهن مرد جو تخمي جيو، عورت جي آني ۾ گھڙي واڌ ڪرڻ لڳي). آنو، آنيدانيءَ مان نسرجي /انگورجي ڪرڻ ڪانپوءِ، فيلوپين نليءَ جي ڪيف ۾ سندس اڳر جهڙن اپارن جي مدد سان نليءَ ۾ داخل ٿيندو آهي ۽ پوءِ نليءَ ۾ هلندو ويندو آهي. ڪيس اڳتي هلڻ ۾ نليءَ جي مشڪائين ڪوءَ تہ منجهس وارن جهڙا اپار بہ مدد ڪندا آهن. ٻوڪجڻ کان اڳ سندس اهڙو سفر نسبتاً سست هوندو آهي.

تخمي جيون جو سفر، آني جي بلڪل ابتڙ ۽ ڊگهو ٿئي، جو ڪين اهڙو سفر

هيٺان يعني، يونيءَ کان شروع ڪرڻو پوندو آهي. جنهن ۾ ڪيس ڳڀڻ جي نالي ٽيپي، ڳپيرڻ مان ٽيندو، انهيءَ ہواٽي مان ورڻو پوندو آهي، جيڪو ڳپيرڻ ۽ فيلوپين نليءَ کي ڳنڍي ٿو. ڪيس ذري گهٽ سڄي فيلوپين نلي لتاڙي آخر ۾ آني تائين پهچڻو پوندو آهي. تخمي جيون جي پنهنجي، قدبت (سائيز) جي پيٽ ۾ اهڙو سفر ۽ پنڌ ڪائنئن هزارين پيرا ڊگهو ۽ ڳوڙهو هوندو آهي تنهن هوندي بہ ڪين اهڙو ڪشالو ڪڍڻو پوندو آهي. تخمي جيو ڪي جيئن تہ ڦڙڪندڙ پڇ بہ ٿئي، تنهنڪري 17صدي ع جا ماهر ڀائيندا هيا تہ تخمي جيو آني تائين تري پهچن ٿا. پر تازين ڦولهائن مان ڏٺو ويو آهي تہ جڏهن تخمي جيو اهو سفر، اهڙيءَ ريت ئي چو نہ ڪندا هجن، تڏهن بہ ڪين آني تائين پهچڻ ۾ 12 ڪان 24 ڪلاڪن تائين وقت لڳي وڃي ٿو. جڏهن تہ ان خيال جي ابتڙ پنهنجي سفر دوران، اهي ڪڏهن ترندا ويندا آهن تہ ڪڏهن ائين نيا ويندا آهن. اهي جڏهن ڳڀڻ ۾ پهچندا آهن، جا لعابي استر سان ڍڪيل هوندي آهي تڏهن، اهو حصو پنهنجيءَ مڙسيءَ سان اڪلائي ڳپيرڻ ۾ پهچندا آهن. ڳپيرڻ ٽپڻ لاءِ ڳپيرڻ جون مشڪلائيون لهرون ڪين اڳتي ڌڪي ڇڏينديون آهن. فيلوپين نليءَ ۾ گهڙڻ لاءِ وري بہ ڪين پنهنجيءَ مڙسي ڪان ڪم وٺڻو پوندو آهي، پر هڪ دفعو جڏهن فيلوپين نليءَ ۾ پهچي ويندا آهن تہ پوءِ انهن نلين جا اندريان وارن جهڙا اپار، جيڪي سدائين لهرائبا رهندا آهن، ڪين آني تائين ڌڪڻ ۽ پهچائڻ ۾ مددگار ٿيندا آهن جيئن تہ تخمي جيون لاءِ اهڙو سفر ۽ پنڌ ڏاڍو ڏکيو هوندو آهي تنهنڪري انهيءَ ويساه ڪرڻ ۾ ڪوبہ عجب ناهي تہ چو رڳو ڪجهہ تخمي جيو اوسيتائين پهچي سگهندا آهن. جيتوڻيڪ انزال وقت يونيءَ ۾ خارج ٿيندڙ تخمي جيون جو تعداد ڪروڙن ۾ هوندو آهي، پر تنهن هوندي بہ اهو ہڌائڻ تہ انهن مان ڪيترا ڳپيرڻ ۾ پهچندا هوندا ڏکيو آهي. جڏهن تہ ٿلهي ليکي اهي ڏهہ لک ڪن ٿيندا. اهوئي سبب آهي جو مرد ماڻهو ڪروڙين تخمي جيو پيدا ڪريٿو. جن مان هزار ڪن وڃي فيلوپين نليءَ ۾ پهچن ٿا ۽ آخر آني تائين پهچندي پهچندي، انهن جو تعداد آڱرين تي ڳڻڻ جيترو وڃي رهيٿو. باقي تخمي جيون لاءِ پانيو ويندو آهي تہ انهن مان ڪيترا يونيءَ کان ٻاهر ڪسڪي ويندا هوندا تہ ڪي، ڳپيرڻ ۾ پهچندي پهچندي رت جي اڇن سيلن جي ور چڙهي سندن ڪاڄ ٻڌجي ويندا هوندا تہ ڪي، خالي فيلوپين نليءَ ڏانهن هليا ويندا هوندا. پوءِ بہ جيڪي تخمي جيو بچندا آهن اهي 24 ڪان 48 ڪلاڪن تائين سڦل ۽ ڦڙت رهندا آهن.

هڪر ٻيو بہ سوال ذهن ۾ اڀرندو رهندو آهي تہ جڏهن هڪڙو ئي تخمي جيو آني کي ٻوڪڻ لاءِ ڪافي هوندو آهي تہ پوءِ گهڻا چو ٿا فيلوپين نليءَ ۾ داخل ٿين؟ انهيءَ جي جواب ۾ هي چيو وڃي ٿو تہ، بہ تہ ٻارنهن جي مصداق، اهڙي جڳهتي هجڻ ڪري اهي سڀ گڏجي سڏجي رڳو هڪڙي کي ئي انهيءَ لائق بڻائيندا آهن تہ جيئن اهو آني ۾ گهڙي ڪيس ٻوڪي سگهي. جنهن جي وڌيڪ وضاحت هيئن ڪري سگهجي ٿي تہ: اهي سڀ تخمي جيو، جيڪي فيلوپين نليءَ ۾ آني جي چوڌاري پهچي ويندا آهن، سي سڀ هڪ ئي وقت پنهنجي ائڪروسومل ٽوپي ڪيرائي ڇڏيندا آهن، جنهن لاءِ چيو ويندو آهي تہ منجهن اها رتوبت ٿئي جا آني




## ڳڀ پوڻ

جي ٻاھرئين پڙدن کي ڳاري سگھندي آھي ۽ ائين ڪيترن تخمي جيون جي
ائڪروسومل ٽوپيءَ جي رتوبت گڏجي، اھڙو تہ ڪم سولو ڪري ڇڏيندي آھي جو
پوءِ بہ رڳو اھو تخمي جيو آني ۾ سولائيءَ سان گھڙي سگھندو آھي جيڪو سين ۾

وڌيڪ سگهارو ۽ ٻلوان ٿئي. تخمي جيو جو آني جي ماس ۾ گهڙڻ ڪانپوءِ آني جا ٻاهريان پڙدا هڪدم سخت ٿيڻ شروع ٿيندا آهن تہ جيئن منجهس ٻيو ڪو تخمي جيوگهڙي نہ سگهي. آني جا پڙدا ٽپي سندس اندر ڳر تائين پهچڻ ڪانپوءِ تخمي جيو پنهنجو پڇ ۽ ڍڍر ڇنڊي ڇڏيندو آهي ۽ رڳو سندس منڍي واڌ ڪرڻ شروع ڪندي آهي، منجهس پهريون پيرو تخمي جيو جا ڪروموسوم (موروثي ايڪا /جزا) ظاهر ٿيڻ لڳندا آهن، ساڳئي طرح سان آني جي ڪروموسومن ۾ بہ اهڙي تبديلي ايندي آهي، جو اهي سائيز ۾ وڌڻ ۽ ظاهر ٿيڻ لڳندا آهن. ائين جڏهن نر ۽ ماد جا ڪروموسوم پاڻ ۾ ملي ويندا آهن تڏهن اهڙي ٻوڪيل آني ۾ ڪروموسومن جو تعداد وري ساڳيو يعني 46 ٿي ويندو آهي. جن ۾ 2 جنسي ڪروموسوم تہ باقي 44 آٽوسوم هوندا آهن ۽ اهائي اها مهل هوندي آهي جڏهن ٻچي جي نر يا ماد ٿيڻ جو فيصلو ٿيڻ وارو هوندو آهي، جنهن جو مدارهن ڳالهہ تي هوندو آهي تہ آني کي ڪهڙي قسم جي تخمي جيو ٻوڪيو آهي، يعني تہ اهو ايڪس آهي يا واءِ.

آني جو تخمي جيو سان ٻوڪجڻ ڪانپوءِ، اهو ٻوڪيل آنو ڪيترن ئي پاڳن ۾ ڦانبجڻ شروع ٿيندو آهي. جيئن ڦانڊبو ويندو آهي تيئن فيلوپين نليءَ ۾ اڳتي بہ هلندو ويندو آهي ۽ اچي ڳيپرڻ ۾ پوندو آهي. ائين ٻوڪجڻ جي هڪ هفتي ڪانپوءِ آنو ڳيپرڻ ۾ پهچي ويندو آهي ۽ تيسيتائين 46 سيلن جو بال ٺهجي ويندو آهي، سيلن جي هن بال ۾ پاڻيٺ بہ پيدا ٿي ويندي آهي تہ سيل الڳ ٿي سندس مٿاڇري تي اچي ويندا آهن. سيلن جي ڦانڊيل هن جهڳٽي کي بلاسٽوسسٽ (blastocyst) سڏجي، جيڪا اورجي نهڻ جي شروعات پڻ هوندي آهي.

هتي هن ڳالهہ جو بہ ذڪر ڪرڻ مناسب ٿيندو تہ جڏهن ڪنهن گهر ۾ رڳو ڇوڪريون ڄمن ٿيون تہ انهن ۾ عورت جو ڏوهہ نہ هوندو آهي، جيئن عام طور تي ڀانيو ويندو آهي ۽ انجا ڪيترين ئي حالتن ۾ ڏکدائڪ نتيجا پڻ نڪرندا آهن جو ان سبب مرد ماڻهوءَ جو پنهنجيءَ ونيءَ سان سٺو سلوڪ نہ رهندو آهي. جڏهن تہ ڇوڪرين يا ڇوڪرن پيدا ڪرڻ جو رڳو جوابدار مرد آهي، ڇاڪاڻ تہ مرد جيڪي تخمي جيو پيدا ڪري ٿو، اهي ٻن قسمن جا آهن ۽ سندس هڪ نہ ٻئي قسم کي، پوءِ چاهي اهو ايڪس هجي يا واءِ، آني کي ٻوڪڻو پوندو آهي. يعني تہ اهو مرد تي هوندو آهي تہ سندس ڪهڙو تخمي جيو سگهارو ۽ آني کي ٻوڪڻ لائق آهي. ان لحاظ کان عورت بي وس هوندي آهي جو عورت جيڪي بہ آنا پيدا ڪري ٿي. انهن ۾ اهڙي مکياري نہ هوندي آهي.

ساڳئي وقت کي ماڻهو اها بہ دعويٰ ڪندا آهن تہ جي مڙس رعب تاب وارو آهي تہ اهڙي مڙس جي زال رڳو ڇوڪرا ڄڻيندي رهندي پر جيڪڏهن زال برک ۽ رعبدار هوندي تہ هوءَ رڳو ڇوڪريون پيدا ڪندي رهندي. اهي سڀ اجايا خيال آهن ۽ سائنسي لحاظ کان انهن ۾ ڪا بہ حقيقت نا هي.

جڏهن کان سائنسدانن کي اها خبر پيئي آهي تہ تخمي جيو ٻن قسمن جا آهن تڏهن کان هو اهڙيءَ کوجنا ۾ مشغول آهن تہ جيئن انهن مان ڪنهن بہ هڪ

گهربل قسم کي پنهنجيءَ مرضيءَ سان استعمال ڪري ٻار پيدا ڪري سگهجن. جو ڪيترائي والدين چاهيندا آهن ته سندن ڪٽنبي رٿابندي سندن مرضيءَ مطابق هجي. ڪجهه وقت اڳ تجربن لاءِ اهڙيون سيون به تيار ڪيون ويو هيون جيڪي مردن کي هٽڻ سان، ڪجهه وقت لاءِ سندن تخمي جيو جي ڪنهن به هڪ قسم کي نبل بڻائي ٿي سگهيا. مثال طور: جي ڪنهن کي گهٽيون ڏيئر ڄمي رهيون آهن ته هو اهڙي سئي هٽائي پنهنجن ايڪس تخمي جيون کي ڪجهه وقت لاءِ سست ۽ نبل ڪرائي ٿو سگهي، جنهن سبب واءِ تخمي جيو وڌيڪ ڦڙت رهي، آني کي ٻوڪي چوڪر پيدا ڪرڻ جا وڌيڪ موقعا پيدا ڪري سگهن ٿا. ساڳئي وقت اهو به ڏٺو ويو آهي ته، ايڪس تخمي جيو، واءِ تخمي جيون کان پنجوٽا وڏا آهن، انهيءَ ڪري اهو به ممڪن ٿي سگهيتو ته انهي قسمن کي الڳ الڳ ڪري سگهجي.

## جاڙا ٻار (Twins)

ٿڻائتن جانورن لاءِ اها هڪ عام رواجي ڳالهه ليکي ويندي آهي ته اهي هڪ ئي وقت، هڪ کان وڌيڪ ٻچا پيدا ڪري سگهن. انسان عام طور تي جاڙا ٻار به پيدا ڪري سگهندو آهي ته سندس لاءِ ٽيلهڙا، چولهڙا يا پنجڙيا به ڄڻڻ ڪا غير فطري ڳالهه نه ليکي ويندي آهي. جاڙا ٻار ٻن قسمن جا ٿي سگهن ٿا. طبي سائنس ۾ جاڙن جي هڪ قسم کي مونوزائگوٽڪ يا آئيڊينٽيڪل (monozygotic/identical) سڏجي ته ٻئي قسم کي ڊائزائگوٽڪ يا فرئٽرنل (dizygotic/fraternal) چئجي.

آئيڊينٽيڪل جاڙن پيدا ٿيڻ جو ڪارڻ هي آهي ته هڪڙو ٻوڪيل آنو، ٻن آنن ۾ ورهائجي به الڳ الڳ فرد پيدا ڪريتو (هڪڙي آني کي هڪ ئي تخمي جيو ٻوڪي ٿو). جيئن ته اهڙا فرد، هڪ ئي ٻوڪيل آني مان جنم وٺن ٿا، انڪري هن قسم جا جاڙا ساڳئي جنس ۽ جينن وارا ٿين ۽ موروثي خاصيتن جي لحاظ کان بلڪل هڪجهڙا هوندا آهن. ايتري قدر جو منهن مهاندن کانسواءِ سندن هٿن جون ريکائون به بلڪل ساڳئي قسم جون ٿين.

فرئٽرنل جاڙن پيدا ٿيڻ جو ڪارڻ وري هي آهي ته آنيداني، هڪ بجاءِ هڪ کان وڌيڪ رسيل آنا خارج ڪري وجهي ٿي. اهڙو هر هڪ آنو، الڳ الڳ تخمي جيون سان ٻوڪجي ڳپ ناهي وجهي ٿو، مثال طور: جڏهن هڪ بجاءِ ٻه آنا، ساڳئي وقت تي، ٻن تخمي جيون سان ٻوڪجن. هن حالت ۾ اهو به ضروري ناهي هوندو ته ڄمندڙ ٻار ساڳئي جنس وارا هجن! اهوئي سبب آهي جو اهي هڪ ٻئي سان مشابهت رکندڙ نه هوندا آهن. موروثي خاصيتن جي لحاظ کان ٻين ڀائرن-ڀينرن جهڙا هوندا آهن.

اهڙن جاڙن کي جيڪڏهن ڄمڻ کانپوءِ الڳ الڳ پاليو ۽ سندن مختلف هنڌن تي پرورش ڪئي وڃي ته پوءِ به هو اهڙي طرح سان وڌندا ويجهندا رهندا جو منجهن عجب جي حد تائين هڪجهڙائپ موجود ٿئي. اهڙو هڪڙو مشهور عام




(الف) آئڊينٽيڪل جاڙا، هڪ آني مان ڦاڻجي ٻن هڪجھڙن ٻچن ۾ ، ڪائين ٿا.
(ب) فرئٽرنل جاڙا، ٻن آنن جي ٻوڪجڻ سان پيدا ٿين ٿا.

مثال، جم جاڙن (Jim Twins)ڀائرن جو آهي جن مان هڪ جو نالو جئمس ليويز (James Lewis) ته ٻئي جو جئمس اسپرنگر (James Springer) هيو.

جنوري 1979 ۾ ليويز، ليما- اوهايو ۾ سڪيورٽي گارڊ هيو جنهن پنهنجي جاڙي ڀاءِ اسپرنگر ڪي نيٽ ڳولي لڌو. جو هي ٻئي ڀائر 5 سالن جي عمر ۾ هڪ ٻئي کان تڏهن الڳ ڪيا ويا هيا جڏهن اسپرنگر ڪي ڪنهن پالڻ لاءِ ڪورٽ کان پني ورتو هو جيڪو پوءِ ڊيٽان- اوهايو ۾ رڪارڊ ڪلارڪ جي حيثيت سان ڪم ڪري رهيو هو. 39 سالن جي وڇوڙي کانپوءِ ٻنهي ڀائرن جي ملاقات ٿي. حالي احوالي ٿيڻ کانپوءِ خبر پيئي ته: هنن جن عورتن سان شادي ڪئي هئي انهن ٻنهي جا نالا لنڊا (Linda) هيا. ڪجھ عرصي کانپوءِ ٻنهي ڀائرن، پنهنجين زالن کي طلاق ڏئي جن عورتن سان ٻي شادي ڪئي هئي انهن ٻنهي جا نالا ٻه هڪ جھڙا يعني ته بيٽي (Betty) هيا. ليويز پنهنجي پهرين پٽ جو نالو ائلن (Alan) ته اسپرنگر پنهنجي پهرين پٽ جو نالو ائلان (Allan) رکيو هو.

جئمس پائرن، ٻاراڻي وهيءَ ۾ ڪتا پاليا ۽ ٻنهي ڪتن کي ٽواءِ جي نالي سان سڏيندا هيا. ٻنهي پائرن پارٽ ٽائيم طور، ڊپيوٽي شيرف ٿي ڪم ڪيو هو ۽ مشهور مئڪڊونالڊ ڪمپنيءَ ۾ ڪجهه وقت لاءِ نوڪري ڪئي هئي. انڪانسواءِ ٻئي، ڪنهن وقت ۾ پيٽرول پمپ تي نوڪر رهي چڪا هيا. اسڪول جي زماني ۾ ٻنهي پائرن جو ساڳيوئي وڻندڙ سبجيڪٽ هيو يعني ته رياضي. ٻنهي کي ننڍ جا ساڳيا مسئلا، تماڪ ڇڪڻ ۽ پيئڻ جون هڪ جهڙيون عادتون هيون. ٻنهي کي ٻنپهرن جي وقت ڪانوڻي مٺي جو سور پوندڙ هيو، جيڪو اڳتي هلي مئگرينس ۾ مٽجي ويو هون ٻنهي کي ٻه دفعا هارٽ اٽيڪ ٿي هئي ۽ موڪن جو مرض هيو. جاڙا جم انهن 300 جاڙن مان هڪ عجيب جاڙو آهي، جن تي يونيورسٽي آف مينيسوٽا ۾ کوجنا هلي رهي آهي.

دنيا جي مختلف ملڪن ۾ جاڙن جي ڄمڻ جو انگ به مختلف ڏٺو ويو آهي. امريڪا ۾ هر 80 ويمن ۾ هڪ جاڙو ڄمي ٿو. جڏهن ته برطانيا ۾ هر 90 ويمن ۾ هڪ، اسڪينڊينيوين ملڪن ۾ هر 65 ويمن ۾ هڪ، اسپين ۾ 110 تي هڪ ته مشرق ۾ 170 ۾ هڪ جاڙو ڄمي ٿو. اهو به ڏٺو ويو آهي ته نوجوان مائرن جي پيٽ ۾، پڪيءَ عمر جي مائرن کي وڌيڪ جاڙا ڄمن ٿا (يعني ته 18 سالن جي ڄمار واري ماءُ جي پيٽ ۾ 38 سالن جي ماءُ کي جاڙن جي ڄمڻ جو وڌيڪ امڪان ٿئي). اهو به اندازو لڳايو ويو آهي ته 90X90 ويمن ۾ ٽيلهڙا (triplet) ته 90X90 X90 ويمن ۾ چولهڙا (quadruplet) پيدا ٿين ٿا.

سيني ڄمندڙ جاڙن ۾ 3/4 ڄمندڙ جاڙا فرئٽرنل ٿين. جڏهن ته 250 جاڙن ۾ رڳو هڪ آئڊينٽيڪل جاڙو ڄمي ٿو. جاڙن جي ڄمڻ جي اها نسبت سڄيءَ دنيا ۾ ساڳي ۽ سيني ماڻهن ۾ هڪجهڙي ڏٺي وئي آهي.

جاڙن جي ڄمڻ سان سندن لاءِ ڪي خاص طبي مسئلا پيدا نٿا ٿين، سواءِ انجي ته ڄمڻ وقت سندن وزن عام ڄمندڙ ٻارن جي سراسري وزن کان گهٽ ٿئي. ساڳئي وقت ماهر، والدين کي اها به صلاح ڏيندا آهن ته اهڙن ڄمندڙ ٻارن کي ننڍن جي ڦٽندڙ سالن جيان نه سمجهن ۽ نه ئي کين اهڙو احساس ڏيارجي. ان بجاءِ کين همٿايو وڃي ته جيئن هو پنهنجي شخصيت ۽ انفراديت پاڻ پيدا ڪرڻ جي سگهه پيدا ڪري سگهن. جيڪڏهن والدين سري سگهندا هجن ته هو، اهڙي هر هڪ جاڙي کي الڳ الڳ قسمن جي پوشاڪ پارائين ته جيئن پيا به منجهن فرق محسوس ڪري، کين الڳ الڳ نالن سان سڏي سگهن، جو خاص طورتي اهڙا جاڙا ٻار جيڪي فرئٽرنل ۽ ساڳئي جنس وارا ٿين تن ۾ ڏيکاءُ سان فرق محسوس ڪري سگهبو آهي.

## جنسي ڪروموسومن سبب پيدا ٿيندڙ بيماريون:

اگ ۾ اهو ٻڌائي آيا آهيون ته جسم جي هر هڪ سيل ۾ ڪروموسومن جا 23 جوڙا ٿين، جن مان 22 هڪجهڙا هوندا آهن ۽ هڪڙو انهن کان نرالو ٿئي. عورتن جي حالت ۾ اهڙو 23 جوڙو پڻ باقي 22 جوڙن جهڙو ٿئي پر انکي ايڪس




1 کان 22 تائين ڪروموسومن جي جوڙن جو ساڳيو ٻول ٺئي جيڪي آٽوسوم آهن. جڏهن تہ ايڪس ۽ واءِ جوڙي ۾ ايڪس، واءِ کان وڏڙو آهي، جن کي جنسي ڪروموسوم سڏجي.

ايڪس (xx) جنسي ڪروموسوم سڏجي. مردن ۾ بہ ڪروموسومن جو اهڙو جوڙو ٺئي، جيڪو باقي ڪروموسومن کان انيڪ آهي يعني تہ ان جوڙي ۾ هڪڙو ايڪس ڪروموسوم ٺئي جهڙوڪ: عورتن ۾ هوندو آهي ۽ ٻيو واءِ ڪروموسوم ٺئي جيڪو عورتن ۾ نہ هوندو آهي. آني جو ٻوڪجڻ وقت ڪروموسوم پاڻ ۾ ملي يا تہ ايڪس ايڪس (xx) ٺي ڳپ کي ڇوڪريءَ ۾ مٽائي ڇڏيندا آهن يا ايڪس واءِ (xy) ملي ڳپ مان ڇوڪرو پيدا ڪنٺا. ائين ڪروموسومن جو ڪل تعداد وري 46 يا 23 جوڙن جو ٿي ويندو آهي.

ورلي ائين بہ ٿيندو اهي تہ ڪن سببن ڪري، ٺهندڙ ڳپ ۾ ڪو گهربل جنسي ڪروموسوم يا تہ داخل ٿي نہ سگهندو آهي يا ڪو وڌيڪ داخل ٿي ويندو آهي جنهنڪري جنسي ۽ ڪي ٻيون پيچيدگيون پيدا ٿي پونديون آهن، جيڪي هيٺين ٽن قسمن جون ٿي سگهن ٿيون.

## ٽرنرس سنڊروم (Turner's syndrome)

هيءَ حالت ڇوڪرين ۾ تڏهن پيدا ٿيندي آهي، جڏهن سندن ڳپ ٺهڻ وارو هوندو آهي جو ڪن سببن ڪري ڳپ ۾ هڪ جنسي ڪروموسوم يعني ايڪس (x) شامل ٿي نہ سگهندو آهي، جنهنڪري اهڙو ڳپ عام رواجي حالتن جيان ايڪس ايڪس (xx) هجڻ بجاءِ رڳو ايڪس وارو هوندو آهي، انکي ايڪس او (xo) وارو بہ سڏجي جڏهن تہ او جو مطلب ٻڙي هوندي آهي. جنهن جو مطلب ٿيو تہ ڳپ ۾ هڪ جنسي ڪروموسوم جي کوٽ آهي. هر 5 هزارن ڇوڪرين ۾ هڪ

ڇوڪري هن حالت ۾ پيدا ٿئي ٿي. اهڙيون ڇوڪريون، عام طور تي بندريون، ننڍي هڏڪاٺ واريون، سندن ڪنڌ مٿل، ڳچيءَ جون مشڪون ٽاٽيل ٿين (سڄي عمر ائين رهن جو سندن واڌ ڪرائيندڙ هارمون بي اثر ٿئي)، جنهن جو ڪارڻ اهڙين مشڪن جي غير رواجي واڌ هوندي آهي. اهڙيون ڇوڪريون جنسي لحاظ کان سامائجي نہ سگهنديون آهن، ڪين ٻاهريان جنسي عضوا عورتڻا ٿين پر اندريان جنمي عضوا نہ هوندا آهن. انڪانسواءِ ڪين ڇائي ڄمر جا ڪي ٻيا روڳ بہ ٿي سگهن ٿا، جهڙوڪ: دل، ٻڪين ۾ اکين جون تڪليفون، جن جو اڄ جي دور ۾ ڪامياب علاج ممڪن آهي، ساڳئي وقت اهڙن ٻارن جي والدين کي هن ڳالهہ کان بہ هوشيار رهڻ گهرجي تہ اهڙن ٻارن کي ٻڌڻ جي تڪليف بہ ٿي سگهيتي، حساب ۽ زمان ۽ مڪان جهڙين ڳالهين جي پروڙن ۾ جڏيون ٿين. اهڙين عورتن کي جملي 45 ڪروموسوم ٿين.

## ڪلينيفيلٽرس سنڊروم (Klinefelter's syndrome)

هي بہ هڪ قسم جو جنسي ڪروموسوم سبب ڄائي ڄمر کان ڇوڪرن ۾ پيدا ٿيندڙ روڳ آهي. اهڙن ڇوڪرن جو جڏهن ڳپ نهندو آهي، تڏهن سندس ڳپ ۾ عام رواجي حالتن جيان ايڪس ايڪس (xy) ڪروموسوم هجڻ بجاءِ ايڪس ايڪس واءِ (xxy) ڪروموسوم هوندا آهن يعني تہ اهڙي نهندڙ ڳپ ۾ 46 ڪروموسومن بجاءِ 47ڪروموسوم ٿين. منجهس اهڙو هڪڙو واڌو جنسي ڪروموسوم يا تہ ماءُ جي آني مان يا تخمي جيو مان خارج ٿي، واڌ ڪائيندڙ ڳپ سان ملي ويندو آهي. جنسي ڪروموسومن سبب پيدا ٿيندڙ روڳن ۾ هي وڌ ۾ وڌ پيدا ٿيندڙ هڪ عام روڳ آهي.

هن روڳ جون نشانيون تڏهن ظاهر ٿين ٿيون جڏهن ڇوڪرو بلوغت جي عمر کي رسي ٿو. ڪروموسومن جي ان گڙٻڙ جو اثر سندس جنسي اوسر تي ٿئي ٿو. جنهن سبب سندس آلت ننڍڙي ۽ خصيا گهٽا ننڍڙا پيدا ٿين، جنهنڪري هو تخمي جيو پيدا ڪري نہ سگهندو آهي. اهڙو مرد خصي رهيتو. باقي مرداڻيون خاصيتيون جهڙوڪ: ڏاڙهي مڇ يا تہ ڪيس ڄمندي ئي ناهي يا مڙيوئي ڄمندي آهي، هو ڏسڻ ۾ عام مردن جيان نہ لڳندو آهي. اهو بہ ممڪن هوندو آهي تہ اهڙو فرد ڪنهن حد تائين ذهني معذور بہ هجي .ڪلينيفيلٽرس سنڊروم جي ڪن حالتن ۾ xxxy يا xxxxy جهڙيون حالتون بہ پيدا ٿي سگهنديون آهن.

## ڊائونس سنڊروم (Down's syndrone)

هيءَ حالت تڏهن پيدا ٿيندي آهي جڏهن ڪو تخمي جيو عورت جي، ان آني سان ٻوڪجي پوي جنهن ۾ ڪروموسوم نمبر 21 جون بہ ڪاپيون موجود هجن. جنهن سبب پيدا ٿيندر ڳپ ۾ عام رواجي حالتن بجاءِ 47 ڪروموسوم ٿين، اهڙي ٻار ۾ جيڪي نشانيون پيدا ٿينديون انهن کي ڊائونس سنڊروم جي نالي

سان سڏيو ويندو آهي جيڪي آهن: ٿلها چپر، گهٽ ذهانت ۽ ڳالهائڻ ۾ نقص.
ڊائونس سنڊروم جي شڪار ٻارن ۽ صحتمند ٻارن ۾ اهوئي فرق ٿئي ٿو ته پهرين قسم جي ٻارن ۾ ڪروموسوم نمبر 21 جو هڪ داڻو / ڪاپي وڌيڪ موجود ٿئي.

ڪروموسومن جي طبي چڪاس رستي اهو به ممڪن هوندو آهي ته، اهڙن ڏوهارين جا ڪروموسوم چڪاسي اهو ڏسي سگهجي ته منجهن ڇائي ڇم ڪان ته ڪي ارهزوررائي ۽ اڳرائي ڪرڻ وارا جذبا ۽ پاو ته موجود ناهن، مثال طور: برطانيا جي هڪ جيل ۾ ڏوهارين جي ڪيل تپاس مان اهو ظاهر ٿيو ته، انهن ۾ 20 سيڪڙو مرد اهڙا هيا جن جو قد، ڇهن فوٽن کان به ڊگهو هو ۽ سندن ڪروموسومن جي جڏهن تپاس ڪئي ويئي ته انهن ۾ ايڪس واءِ واءِ (xyy) ڪروموسوم موجود هيا. جيئن ته قدرتاً، واءِ ڪروموسوم مذڪرائپ جي خاصيتن ۽ گڻن لاءِ ٿين، تنهنڪري اهو وساه ڪيو ويو ته اهڙا xyy ڪروموسوم رکندڙ مرد وڌيڪ اڳرائي ڪندڙ ۽ وحشي پڻي وارا ٿين ٿا. اهڙن مردن لاءِ اهو به سمجهيو ويندو آهي ته اهي هلڪيون ڦلڪيون چوريون ڪندڙ ۽ دڪانن تان مال چورائيندڙ ٿين. 1969ع ۾ لاس اينجلس جي هڪ جج اها فتويٰ ڏني ته اهڙن xyy وارن شخصن کي ڪروموسومن جي بي قاعدگي سبب، ڪين ڪيل ڪوبه گناه / ڏوه بخشي نٿو سگهجي. هڪ تازي مشاهدي مان اهو به ڏٺو ويو آهي ته هر 700 نارمل مردن مان، جنڪي xy ڪروموسوم ٿين ٿن ۾ هڪ xyy ڪروموسومن وارو ٿئي ۽ اهڙا ڪيترائي شخص بلڪل نارمل ٿين ٿا.

## مخنثيت (Hermaphroditism)

خنثيت به هڪ اهڙي حالت آهي جيڪا ڪروموسومن سبب پيدا ٿئي ٿي پر اها xyy واريءَ حالت جي پيٽ ۾ ورلي ٿئي. خنث اهي مرد ۽ عورتون ٿين جن ۾ عورتاڻا ۽ مرداڻا جنمي غدود يعني خصيا ۽ آنيدانيون موجود هونديون آهن. جڏهن ته ڪي مخنث اهڙا ٿين جن جا ٻاهريان جنسي عضوا، جنسي ڪروموسومن جي ابتڙ ٿين. هن قسم جي مخنث فردن کي سوڊو هرمافروڊائيٽ (pseudohermaphrodite) سڏجي. اهي عورتون جيڪي سوڊو هرمافروڊائيٽ ٿي جنم وٺن ٿيون تن ۾ ڪروموسوم، جنمي غدود، هارمون ۽ اندريان جنسي عضوا به زنانه هوندا آهن پر جيئن ته منجهن موروثي (جينيٽڪي) گڙٻڙ ٿئي، ان سبب سندن ڳپ جي اوسر دوران مرداڻا هارمون جهجها پيدا ٿين ٿا. ائين اهي جڏهن جنم وٺن ٿيون ته ڪين ننڍڙي آلت ۽ انڊڪوش پڻ هوندا آهن، جڏهن ته ساماڻجڻ سان سندن ارهه نروار ۽ اصلي جنس ظاهر ٿي پوندي آهي.

# لغت (Glossary)

اصطلاحن جون رڳو اهي معنائون/وضاحتون ڏنيون ويون آهن، جن سان هن ڪتاب جي مواد جو لاڳاپو آهي، جڏهن ته اهڙن اصطلاحن جون هڪ کان وڌيڪ به معنائون ٿي سگهن ٿيون.

**accessory glands** — **ائڪسيسري گلئنڊس**

واڌو، اضافي غدود، مردن ۾ پراسٽيٽ غدود.

**acrosome** — **ائڪروسوم**

ٽوپيءَ جهڙي بناوت جنهن ۾ لائيسوسومل ۽ پروٽيولائيٽڪ انزائيمون ٿين، جن لاءِ ڀانئيو ويندو آهي ته اهي تخمي جيو کي آنيءَ ۾ گهڙڻ ۾ سهائتا ڪن ٿيون.

**amoeba** — **اميبا**

سادو هڪ سيلو جاندار، عام طورتي بيٺل پاڻيءَ ۾ آزاد زندگي گذاريندڙ ۽ سدائين شڪل بدلائيندڙ.

**asexual** — **اسيڪشوئل**

اَجنسي، جنس جو نه هجڻ، جنس سان واسطو نه رکندڙ.

**autosome** — **آٽوسوم**

عام ڪروموسوم جيڪي مردن ۽ عورتن ۾ هڪ جهڙا ۽ جنسي ڪروموسومن کان نرالا ٿين. انسان ۾ آٽوسوم ڪروموسومن جا 22 جوڙا ٿين.

**cell** — **سيل**

جاندار جسمن جو هڪ ننڍو بنيادي ايڪو جيڪو پروٽوپلازم جو جڙيل ٿئي. جسم جو هر عضوو، سيلن جو ٺهيل ٿئي. سيل ۾ هڪ نيوڪليئس ۽ انجي چوڌاري سائيٽوپلازم ٿئي، جنهن ۾ سيل جا ڪيترائي عضوڙا ٿين. سيل بناوت ۽ ڪارج جي لحاظ کان جاندار جو هڪ بنيادي ايڪو آهي. سيل سائيز ۾ مختلف ٿين.

**cervix** — **سَرويڪس**

ڳِهڻ، ڪنهن به عضوي جو اڳيون حصو يا ڳِچي.

chromosme كِروموسوم

سيل جي نيوڪليئس ۾ موجود ننڍڙا، تاندورن يا ڏيٺين جهڙا جسم تڏهن ڏسجڻ ۾ اچن جڏهن سيل ورڇجڻ لڳي. ڪروموسومن ۾ جينون (genes) به ٿين، جيڪي فردڪي ورثي ۾ مليل خاصيتين جو تعين ڪن. انسانُ جي هر سيل ۾ (تخمي جيو ۽ آني ڪانسواءِ) ڪروموسومن جا 23 جوڙا ٿين. ڪروموسوم ٻن قسمن جا ٿين. هڪڙا عام، ته ٻيا جنسي ڪروموسوم سڏجن. عورتن جي سيلن ۾ عام ڪروموسومن جا 22 جوڙا ٿين جنڪي آٽوسوم به سڏجي ۽ هڪ جوڙو وڏڙن ڪروموسومن جو ٿئي جنڪي ايڪس يا جنسي ڪروموسوم چئجي. مردن جي سيلن ۾ 22 آٽوسوم ته هڪڙو جوڙو جنسي ڪروموسومن جو ٿئي، جنهن ۾ هڪڙو ايڪس ۽ هڪڙو گهٽو ننڍڙو واءِ ڪروموسوم هوندو آهي.

circumcision سرڪمسشن

طَهر، آلت جي ٻاهرين ڪوپي ڪي سڄو سارو يا ڪي قدر ڪٽي ڇڏڻ، عورتن ۾ ڪڪڙيءَ جو مٿيون ڪوپو ڪٽي ڇڏڻ.

clitoris ڪلائيٽورِس

ڪڪڙي، عورت جي جنسي عضون ۾ هڪ ننڍڙو، اڀريل عضوڙو، شهوت لاءِ وڌ ۾ وڌ حساس ۽ مردن جي آلت سان ميل ڪائيندڙ.

conception ڪنسيپشَن

ڳَپ پوڻ، پيٽ ٿيڻ. اها مهل جڏهن مرد جو تخمي جيو عورت جي آني کي پوکي هڪ سيل جي صورت ۾ منجي ٻچي ۾ واڌ ڪائي.

contraception ڪَنٽراسيپشن

ڳَپ روڪ. ڪو به اهڙو طريقو استعمال ڪرڻ جنهن سان جماع ڪانپوءِ حمل ٿي نه سگهي.

corpora cavernosum ڪارپورا ڪئورنوسم

آلت جا پورا جسم، نگندڙ تشوئن جو ڪالم جيڪو آلت جا پاسا ۽ پُٺ ٺاهي. آلت جو اسفنجي جسم به سڏجي.

corpus luteum ڪارپس ليوٽم

آنيدانيءَ جو ڦڪو جسم، جيڪو آنجڻ ڪانپوءِ ان هنڌ تي پيدا ٿئي، جتان رسيل آنو خارج ٿي وڃي ٿو. ڦڪي جسم جو ڪم پروجيسٽيران هارمون خارج ڪرڻ آهي، جيڪو ڳيپرڻ کي حمل لاءِ تيار رکي ٿو. جيڪڏهن آنو پوکجي پوي ته ان جي سائيز وڌي وڃي ٿي ۽ ڪيترن مهينن تائين باقي رهي ٿو. آني جي پوکجي نه سگهڻ واريءَ حالت ۾ ڦڪو جسم ڪومائجي گم ٿي وڃي ٿو.

corpus spongiosum ڪارپس اسپنجيوسم

ڦڳندڙ تشوئن جو ڪالم جيڪو پيشاب نليءَ جو مٿاڇرو ٺاهي ٿو ان ۾ پيشاب نلي به ٿئي. هي ڪالم اڳتي هلي آلت جو سوپارو ٺاهي ٿو، مردن جي پيشاب نليءَ جو اسفنجي جسم به سڏجي.

cowper's gland
ڪائوپرس گلئنڊ
مٿرجي داڻن جيترن غدودن جو جوڙو جنهن جون رطوبتون پيشاب نليءَ ۾ پون ۽ منيءَ جي پاڻيٺ ۾ اٿلڪي مقدار ۾ ٿين.

cryptorchism
ڪرپٽارڪزم
اها حالت جڏهن جوڙجڪ جي نقص سبب خصيا پنهنجن پوشن ۾ لهي نه سگهن.

cyst
سِسٽ
نير نهري يا پاڻيٺي ڳوڙهي جيڪا عام رواجي يا غير رواجي به ٿي سگهي ٿي.

ejaculation
اِجئڪيوليشن
انزال، منيءَ جو زوراٺي گوهي جي صورت ۾ نيڪال ٿي وڃڻ.

endocrine glands
اينڊوڪرائين گلئنڊس
جسم جا اهي غدود جيڪي ڳوڙرين بناٽين ۽ پنهنجون رطوبتون (هارمون) سڌيون رت سان ملائي ڇڏين. هي غدود جسم لاءِ اينترائي اهم ٿين جيترو ڪ، مغز ۽ تنتي سرشتو، چاڪاڻ ته جسم جي واڌ ويجهه، ماهواري ۽ حمل دوران پيدا ٿيندڙ تبديليون هارمونن جي اثرهيٺ رهن. اينڊوڪرائين غدود آهن: پٽيوٽري، ٿائرائيڊ، پئراٿائرائيڊ، ائڊرينل، ٿائيمس، لبلبه، خصيا ۽ آنيدانيون.

endometrium
اينڊوميٽريم
ڳپيرڻ جو اندريون لعابي استر، جنهن جي جوڙجڪ ۽ ٿلهاڻپ ماهواريءَ جي وقت سان مٽبي رهي ۽ ڪارج جي لحاظ کان ته تهو ٿئي.

embryo
اِمبريو
تخمي جيو ۽ آني جي ميلاپ ڪانپوءِ پيدا ٿيندڙ ڳپ، ٻن مهينن ڪانپوءِ جڏهن ڳپ جي انسان ۾ سڃاڻپ ڪري سگهجي تڏهن انکي ٻچو (foetus) سڏجي.

epididymes
اِپيڊيڊائيمس
خصين جي پٺاڙن سان ڊگهيون، ڏاڳن جهڙيون وڙوڪڙ نليون، جتي تخمي جيو ڪٺا ۽ رسجي بالغ ٿين.

erection
اِرڪشن
نوڳ، انگيز، آلت يا ڪڪڙيءَ جو رت جي رسد سبب ڪڙو سخت ٿي وڃڻ.

estrogen — ايسٽروجن

عورتاڻا جنسي هارمون جن جو آنجڻ، آنيدانيءَ مان آني خارج ڪرائڻ ڪانسواءِ واڌويجهه ڪرائڻ، اندرين جنمي عضون جي اوسر ۽ ثانوي جنسي نشانيون پيدا ڪرائڻ آهي جيڪي ساماڻجڻ وقت ظاهر ٿين ٿيون. ماهواريءَ دوران ان جو اثر عورت جي جنمي عضون تي ٿئي ٿو جيئن اهي ڳپ پوڻ، ڳپ جو ڳپيرڻ سان چهٽڻ ۽ اوائلي ڳپ لاءِ غذا ۽ موافق ماحول پيدا ڪري سگهي. مادين جي مڙني جنسي هارمونن کي گڏي ايسٽروجن هارمون سڏجي.

eunuch — يونڪُ

خصي، بالغ ٿيڻ کان اڳ خصيا يا جنسي عضوا ڪٽي ڇڏڻ جنهن سبب جنسي نشانيون ظاهر ٿي نه سگهنديون آهن.

fallopian tubes — فئلوپئن ٽيوبس

ٻيجي نليون، ڳپيرڻ جون نليون، ڊگهيون سنهيون ڳپيرڻ جي مٿين ٻاهرين هر پاسي کان هڪ هر آنيدانيءَ ڏانهن ويندڙ نلي.

fertilization — فرٽيلائيزيشن

ڳپجڻ، نرجي تخمي جيو جو ماديءَ جي آني سان ميلاپ ڪري هڪ سيل (زائيگوٽ) پيدا ڪرڻ جنهن مان ٻچو پيدا ٿئي. عام طورتي آني جي ٻوڪجڻ جو عمل ڪنهن نه هڪ فئلوپئن نليءَ ۾ ٿئي جنهن ڪانپوءِ ٻوڪيل آنو، ڳپيرڻ جي پٽين سان چهٽي واڌ ڪرڻ لڳي ٿو.

foetus (fetus) — فِيٽس

ٻار، حمل جي ستين اٺين هفتي جڏهن ٻچي جي مکيه جسماني جوڙجڪ چٽي ٿي وڃي ۽ وير تائين اڃاول ٻار.

follicle — فولائيڪل

ٿيلهڙي، خالڙو، آنيدانيءَ ۾ فولائيڪل جو ڪم آنا پيدا ڪرڻ ٿئي.

fibrous — فائبرس

تنداَئون، تاندورن جو ٺهيل.

frenum (frenulum) — فرينَم

سوپاري جو هيٺان وارو وڪڙ، جيڪو سوپاري کي کوپي سان ڳنڍيل رکي.

F. S. H — فولائيڪل اسٽيميوليٽنگ هارمون

پٽيوٽري غدود جي مهڙمان پيدا ٿيندڙ هارمون، جيڪو ٽٽائتن مادين ۾ آنہ دانين جي فولائيڪلن کي متحرڪ ڪري، انهن کي ايسٽروجن خارج ڪندڙ غدودن (ڪارپس ليوٽيم) ۾ مٽائي ڇڏي، نرن ۾ ف.ا.هه تخمي جيون جي

پيدائش واري عمل کي متحرڪ ڪري.

gamete گئميٽ

جنمي سيل: تخمي جيو ۽ آنا.

gene جين

ورثي جو هڪ بنيادي ايڪو جيڪو والدين مان اولاد ۾ ڪوبہ هڪ مخصوص گڻ، خاصيت ۽ لچڻ منتقل ڪري. هر جين جو ڪروموسوم ۾ مخصوص ماڳ ٿئي.

glans گلانس

سوپاريءَ جهڙو گول جسم. .penis g آلت جو سوپارو، آلت جو ٽوپيءَ جهڙو حصو، جيڪو ڪارپس اسپنجيوسم جو وڌاءُ ٿئي .clitoris g ڪڪڙيءَ جو سوپارو.

gonad گوناڊ

جنمي غدود، جيڪي نرن ۾ خصيا ۽ مادين ۾ آنيدانيون ٿين. خصيا تخمي جيو، ۽ آنيدانيون آنا پيدا ڪن.

gonadotrophin گوناڊوٽرافن

ڪوبہ اهڙو هارمون، جنهن جو جنمي غدودن تي اثر پوي، اهڙا بہ هارمون پٽيوٽري غدود جو مهاڙيون حصو پيدا ڪري ٿو جيڪي آهن: فولائيڪل اسٽيميوليٽنگ هارمون ۽ ليوٽينائيزنگ هارمون. انهن هارمونن جا آنيدانين ۽ خصين تي مختلف اثر پون.

graafin follicle گرئفن فولائيڪل

آنيدانيءَ جي فولائيڪل گرئفن فولائيڪل بہ سڏجي جنهن مان آنو رسجي خارج ٿئي.

growth hormone گروٿ هارمون

پٽيوٽري غدود جي مهاڙين حصي مان پيدا ٿيندڙ هارمون جنهن جو ڪم جسماني واڌ ڪرائڻ آهي.

hereditary هيريڊيٽري

موروثي، والدين کان اولاد ۾ ورثي طور منتقل ٿيندڙ، اڳڇڪ.

heredity هيريڊٽي

ورثو، اڳ، ڪنهن منصوص گڻ/لچڻ جو والدين کان اولاد ۾ ورثي طور

منتقل ٿيڻ، ڪنهن فرد جي موروثي جوڙجڪ.

hermaphrodite هرمافروڊائيٽ

مخنث، نر-ماد، هڪ ئي جانور ۾ نر ۽ ماد جي جنسي عضون جو هجڻ، ان طرح سان پيدائش ڪرڻ جو طريقو، عام طورتي گل جهليندڙ ٻوٽا، ڪي ڪينئان، سپيون ۽ ڪوڏ ۾ هن طرح سان پيدائش ڪن ٿا. .,pseudo-h اهڙو فرد جنهنکي جنسي غدود هڪ جنس جا هجن، پر ظاهري طرح سان ان جنس جي ابتڙ هڪ يا هڪ کان وڌيڪ نشانيون ظاهر ڪري. .,female p موروثي ۽ جنسي لحاظ کان عورت جنهن ۾ ڪي قدر مردانيون نشانيون موجود هجن. .,male p موروثي ۽ جنسي لحاظ کان مرد، پرمنجهس اڻپوريون مردانيون نشانيون موجود هجن. .,true-h اهڙو مرد جنهن ۾ خصين ۽ آنيدانين جا تشو ته هجن، پر ظاهري طرح سان منجس اهڙيون نشانيون مشڪوڪ ٿين.

hormone هارمون

ڪيميائي رسون جيڪي جاندار جو ڪو عضوو يا عضوي جاڪي سيل ٿورڙي مقدار ۾ پيدا ڪن ۽ انهن جا جسم جي ڪنهن ٻئي عضوي يا عضون تي مخصوص اثر پيدا ٿين.

hymen هائمن

چيرو، پردو جيڪو يونيءَ جي ٻاهرئين لنگهه کي سڄو سارو يا ڪي قدر ڍڪيل رکي.

hypothalamus هائيپوٿئلامس

مغز ۾ تنتي مرڪز جنهن رستي جسم جا اهم ڪم جهڙوڪ: ننڊ ڪرائڻ، ٽمپريچر قائم رکڻ، جنسي خواهش وغيره ٿيندا رهن.

interstitial cells انٽراسٽيشيل سيلَ

خصين ۾ تخمي جيو پيدا ڪندڙ نلين جا سيل، جيڪي نرجنسي هارمون پيدا ڪن.

labia لئبيا

چپ، تاڪيون، سڪيون، عام طور تي يونيءَ جي ننين وڏن/اندرين ٻاهرين چپن لاءِ استعمال ٿيندڙ اصطلاح. .,majora l وڏا چپ، ٻاهريان چپ، تاڪيون. .,minora l ننيا چپ، اندريان چپ، سڪيون.

leutinizing hormone ليوٽيناٿيزنگ هارمون

پٽيوٽري غدود مان پيدا ٿيندڙ هارمون جنهن سبب آنجڻ وارو عمل ٿئي.

menarche — مِنارڪ

پھرين ماھواري، بالغ ٿيڻ وقت ماھواري اچڻ.

menopause — مِينوپاز

سنڍ ٿيڻ،عام طور تي عمر جي چاليھين ڏھاڪي ۾ آنجڻ ۾ حيض جو اچڻ بند ٿي وڃڻ.

menses — مينسز

ماھواري، عورت جو ھر مھيني گرڀ ناليءَ رستي رت خارج ڪرڻ.

menstruation — مينسٽروئيشن

حيض، اھو عرصو جڏھن فرج مان رت ۽ ڳپيرڻ جو استر ڳري خارج ٿيڻ لڳي. پيٽ نہ ھجڻ واري حالت ۾ اھو سلسلو ھر مھيني ساماڻجڻ کان سنڍ ٿيڻ تائين ھلندو رھيٽو.

menstrual — مينسٽروئل

حيض سان واسطو رکندڙ..cycle m. ماھواري، عورت جي جسم ۾ اٽڪل ھر 28 ڏينھن تي پيدا ٿيندڙ سلسليوار تبديليون، حيض اچڻ کان ھڪدم پوءِ پٽيوٽري غدود مان پيدا ٿيندڙ ھارمون جي اثر سبب ڳپيرڻ جي استر اينڊومبٽريم جو نئين سر تيار ٿي وڃڻ ۽ فولائيڪل جو آھستي آھستي اڀري آنيدانيءَ جي مٿاڇري تي اچڻ ۽ ماھواري جي وچ ۾ ھڪ رسيل آنو فيلوپين نليءَ ۾ خارج ڪري ڇڏڻ، جيڪڏھن اھڙو آنو جماع کانپوءِ تخمي جيو سان ٻوڪجي پوي تہ حمل ٿئي، نہ تہ اھوڪيل آنو ڳپيرڻ مان حيض رستي خارج ٿي وڃي ٿو ۽ ماھواريءَ جو سلسلو نئين سر شروع ٿئي ٿو.

microscope — مائڪرو اسڪوپ

خوردبين، اھو اوزار/مشين جيڪا ننڍين شين کي وڏو ڪري ڏيکاري ۽ انھن جي جوڙجڪ پسائي، جيڪي عام طور تي ڏسي نہ سگھجن.

mitochondria — مائٽوڪانڊريا

سيل جي سائيٽوپلازم ۾ موجود گول يا ڏيٿين جھڙا شڪتيءَ پيدا ڪرڻ جا مکيہ عضوڙا.

multicellular — ملٽي سيليولر

گھڻ سيلو، گھڻ سيلا، گھڻن سيلن جا ٺھيل.

million — ملين — ڏھ لک

nerve — نرو

تنت، اعصاب، تاندوري جهڙو عضوو، جيڪو ڪيترن تنتائي تاندورن جو جڙيل ٿئي ۽ مرڪزي تنتي سرشتي ۽ جسم جي وچ ۾ نياپا سنبها ڏئي ۽ حاصل ڪري.

nipple
نِپل
ٻندي، ارهه جي مٿين پاسي تي ڳهري رنگ جي اڀريل ڏندي جنهن رستي ٿڃ وهي.

nucleus
نيوڪليئس
جاندار سيل جو وچون گولائون حصو، جنهن ۾ ڪيترائي اهم عضوڙا، جهڙوڪ: نيوڪليئولس ۽ ڪروموسوم وغيره ٿين.

ovary
اوورَي
آنيداني، ٻيجڻي، مادي ۽ جو بنيادي جنسي عضوو، پيٽ ۾ ڳپيرڻ جي ٻنهي پاسن کان هڪ هڪ ٿئي. بناوت ۾ بادامي ۽ جهڙي جنهن ۾ ڪچا اڻرسيل آنا ٿين، آنيداني ۽ جو ڪم آني کي رسائي خارج ڪرڻ کانسواءِ ايسٽروجن ۽ پروجيسٽيران هارمون پيدا ڪرڻ پڻ ٿئي.

ovulation
او وولِيشن
آنجڻ، آنيداني ۽ مان رسيل آني جو خارج ٿيڻ.

ovum
اووَم
آنو، بيدو، بيضو، مادي جو جنسي سيل جيڪو آنيداني ۽ مان خارج ٿي تخمي جيو سان ٻوڪجڻ کانپوءِ ٻچي ۾ تبديل ٿي وڃي. آنو پروٽوپلازم جو ٺهيل ٿئي، جنهن ۾ ڪجهه ذردي ۽ نيوڪليئس پڻ ٿئي.

oxytocin
آڪسيٽاسن
هارمون جيڪو هائيپوٿئلامس پيدا ته پٽيوٽري غدود خارج ڪري، جنهن جو ڪم ڳپيرڻ کي ڪوئڻ آهي.

paramecium
پئراميشيم
پاڻيءَ ۾ رهندڙ بيضائون، ڊگهڙو پروٽوزوائي ساهدار.

paraphimsois
پئرافيموسس
آلت جي ڪوپي جو اپترو ته سختيءَ سان هجڻ، جو ان سبب سوپاري جي پيڙا ڪن سوڄ ٿي پوي، گنڀير حالتن ۾ خشڪ گنگرين به ٿي پوي.

penis
پنس
آلت، مرد جو انگ جنهن جي وچ ۾ پيشاب نلي ٿئي جيڪا سوپاري کان

ٻاهر ڇوڙ ڪريتي، اها جماع دوران مني ته عام حالتن ۾ پيشاب خارج ڪري ٿــي.
os p.، آلت هڏي واري، هڏائين آلت، جيت ڪائينڌڙن، ڇمڙن، ڪترينڌڙن، گوشت خور ۽ سيني ٿڻائتن جــانورن (سواءِ انسان) جي آلت جو هڏائون پڃرو.

phimosis فيموسس
ڪوپي جي گهير جو سوڙهو هجڻ، جنهن سبب اهو آلت تي وري نه سگهي.

pitutary gland پٽيوٽري گلئنڊ
ڪرنگهائن جانورن جي مغز هيٺان هڪ اينڊوڪرائيـن غدود، پٽيـوٽري غدود کي ڪرتا ڌرتا غدود به سڏجي جو هي جيڪي هارمون پيدا ڪري ٿو اهي جسم جي ٻين اينڊوڪرائين غدودن کي هلائيـن ٿا. پٽيـوٽري غـدود ٻن مکيـه حصن اڳئين ۽ پوئين ۾ ورهايل ٿئي.

placenta پلئسينٽا
اوَر، ٽالهي / تسريءَ جهڙو عضوو جيڪو حمل ۾ ٻچي کي ڳيپرڻ سان ملايل رکي. اوَر ۽ نـاڙي رستي ٻچي کي آڪسيجن ۽ واڌ ويجهـه لاءِ گهربـل شيـون تـه سندس غلاظتن جي، ٻچي ۽ ماءُ جي رت جي گردشي سرشتي رستي متاسٽا ٿينـدي رهي ٿي. اوَر انهن جهلين / پڙدن مان پيدا ٿئي جيڪي ٻچي کي ڇوڌاري ٿين، ٻـار جي ڄمڻ کانپوءِ اها ڳيپرڻ مان ٻاهر خارج ٿي وڃي ٿي.

pregnancy پرگننسي
اميدواري، حمل، پيٽ، ڳورهاپ، ڳپ پوڻ کانپوءِ ڄمڻ تائين ٻار جي پيٽ ۾ واڌ ۽ اوسر وارو وقت جيڪو 38 هفتن جو ٿئي. ڳورهارپ ۾ ماهـواري اچڻ بند ٿي وڃي ٿي، اُبڪ ٿي پون ٿا، ارهه وڏا ٿيڻ لڳن ٿا ۽ ٻنديون ڪهريون ۽ پيٽ آهستي آهستي وڏو ٿيندو وڃي ٿو، حمل جون پڪيون نشانيون ٻار جو چرڻ پرڻ، سنـدس دل جـو ڌهڪـو ۽ ايڪسـري يـا الٽـرا سـائـونـڊ ۾ ڏسـڻ ۾ اچـي.
abdominal p.، ائبڊامـنل پرگننسيءَ کـي ايـڪـٽوپـڪ پـرگـننسي ectopic p.، به سڏجي، ان حمل ۾ ٻچو پيٽ جي پاندي ۾ واڌ ڪائي.

prepuce پريپيوس
ڪوپو، ڇمڙيءَ جو ڍڪينڊڙ / ورنڊڙ وڪڙ، سوپاري تي وري ويندڙ، ڪـوپـو اٿطهريل آلت ۽ ڪڪڙيءَ کي ڍڪيل رکي، انگيز / شهوت ۾ پوئتي وري وڃي.

primates پرائيميٽس
ٿڻائتن جانورن جو گروه جنهن ۾ ماڻهو، باندر ۽ پولڙا اچي وڃن ٿا.

progesterone پروجيسٽيران
زناڻي جنسي هارمونن مـان هڪ هـارمـون جيڪـو آنيـدانيـون خـارج ڪـن. ماهواريءَ جي پوئين اڌ ۾ ڪارپس لبـوٽيـم (جيـڪـو رسيـل آني جي خـارج ٿيـڻ

کانپوءِ آنيدانيءَ ۾ پيدا ٿئي) پروجيسٽيران خارج ڪري ڳيبرڻ کي ان لاءِ تيار ڪري ٿو تہ جيئن ہوڪيل آنو ان سان چهٽي سگهي. جيڪڏهن آنو چهٽي وڃي ٿو تہ ڪارپس ليوٽيم ۽ اوَر سڄي حمل دوران پروجيسٽيران هارمون خارج ڪنديون رهن ٿيون تہ جيئن ڳيبرڻ جون پٽيون قائم دائم رهن.

## prostate gland
پراسٽيٽ گلئنڊ

مشڪائن تاندورن ۾ مشڪن جو جڳهٽو، اٽڪل ڏيڍ انچ ڊگهو مردن کي مثاني جي منهن ۾ پيشاب نليءَ جي شروع واري هنڌ تي چوڌاري ٿئي، هن غدود جو ڪم منيءَ جي ڪجهہ پاڻيٽ پيدا ڪرڻ ٿئي جيڪا تخمي جيون رستي، انزال وقت مشڪن جي پيڪوڙ سبب خارج ٿي وڃي ٿي.

## protein
پروٽين

آرگئنڪ ڪمپائونڊن مان ڪوبہ مرڪب، جنهن ۾ ڪاربان، هئڊروجن، آڪسيجن، نائٽروجن ۽ عام طور تي سلفر پڻ ٿئي. هنن ۾ مخصوص وڪر نائٽروجن آهي، جيڪا سڀني جانورن ۽ ٻوٽن ۾ موجود ٿئي. سڀني سيلن جي پروٽوپلازم ۾ ڪيتريون ئي پروٽين ٿين جيڪي انهن لاءِ بنهہ ضروري هونديون آهن.

## puberty
پيوبرٽي

بلوغت، جواني، اهو وقت جڏهن جنسي عضوا پڙ ٿي وڃن، جنهن سبب ڇوڪرن ۾ تخمي جيو پيدا ٿين ٿا ۽ انزال ٿئي ٿو، ڇوڪرين جي حالت ۾ ڪين آنجڻ وارو عمل ۽ حيض اچڻ شروع ٿي وڃي ٿو، ثانوي جنسي نشانيون جهڙوڪ: ارهہ نسرڻ ۽ جسم تي وار ظاهر ٿيڻ لڳن ٿا.

## reproduction
ريپروڊڪشن

جنم، پيدائش، ٻچن پيدا ڪرڻ جو سلسلو .asexual r.، اجنسي پيدائش، سادن جيون جي پيدائش ڪرڻ جو طريقو جنهن ۾ هڪ جيو ٻن ۾ ورهائجي نئين جيو کي پيدا ڪري. پيدائش جي هن طريقي ۾ نر ۽ مادہ ٿئي. ,.sexual r پيدائش جو اهو طريقو جنهن ۾ ماديءَ جو آنو، نر جي تخمي جيو سان ہوڪجڻ ڪانپوءِ نئين جاندار ۾ پيدا ٿئي.

## reproductive system
ريپروڊڪٽو سسٽم

جنمي سرشتو، پيدائشي سرشتو، اهو سرشتو جنهن جو واسطو ٻچن پيدا ڪرڻ ۽ جنم ڏيڻ سان آهي. مردن ۾ هن سرشتي جا عضوا آلت، خصيا ۽ ان سان لاڳاپيل غدود آهن، جيڪي تخمي جيو ۽ منيءَ جون پاڻيٺون پيدا ڪن. عورتن ۾ اهڙا عضوا آهن، آنيدانيون جيڪي آنا پيدا ڪن، فيلوپين نيلون جن ۾ ہوڪجڻ لاءِ آنو داخل ٿئي، ڳيبرڻ جنهن جو ڪم حمل ۾ واڌ ڪائيندڙ ٻچي کي

تاتڻ آهي، جڏهن تہ ارهن کي عورتن جي جنمي سرشتي جا واڌو عضوا سمجهيو ويندو آهي.

scrotum اِسڪراٽم

انڊڪوش، مردن کي چڏن وٽ چمڙيءَ جي ٿيلهي /ڳوٿري ﭜن حصن ڪاﭜي ۽ ساڄي ۾ ورهايل جنهن مان هر هڪ ۾ هڪ خصيو ۽ ڪي ٻيا بہ عضوا ٿين.

سيڪنڊري سيڪشوئل ڪئريڪٽرسٽڪس
secondary sexual characteristics

عورتن ۽ مردن ۾ اهي نشانيون جيڪي ساماٿجڻ ۽ بالغ ٿيڻ سان ظاهر ٿين، جنهن ۾ جسماني ڊول، چربيءَ ۽ وارن جي ورڇ، آواز جو مٽجي وڃڻ ۽ ارهن جي واڌ اچي وڃن ٿيون. اهي علامتون جنمي سگهہ رکڻ جون نشانيون نہ سمجهيون وينديون آهن.

secretion سِيڪريشن

رطوبت،پاڻيٺ جيڪا غدود پيدا ڪن، جيڪا ڪا هاضمہ رس تہ هارمون بہ ٿي سگهي ٿي.

semen سيمين

تخم، ٻج، ٻج جهڙو، مني، نرن جي جنمي سرشتي جي اڇي، گهاٽي، چيڙهالي، ڪيرائين پاڻيٺ، جنهن ۾ خصين مان نهندڙ تخمي جيو تہ پراسٽيٽ، سيمائينل ويزائيڪل ۽ ڪن ٻين غدودن جون پاڻيٺون بہ ٿين.

seminal سيمائينل

تخم، ٻج يا منيءَ سان واسطو رکندڙ. fluid s., منيءَ جو پاڻيٺي حصو. plasmin s., منيءَ جي پلازمن/انزائيم. vesicle s; نـرن جـي جنمي سرشتي جو اهو عضوو جتي جماع کان اڳ تخمي جيو ڪٺا ٿين.

seminiferous سيمائينيفيرس

مني نيندڙ يا پيدا ڪندڙ. tubules s., مني خارج ڪندڙ نليون.

sex glands سيڪس گلئنڊس

جنسي غدود، مردن ۾ تخمي جيو پيدا ڪندڙ خصيا ۽ عورتن ۾ آنا پيدا ڪندڙ آنيدانيون. جنسي غدود هارمون پڻ پيدا ڪن، جن جو ڪارج فرد جي جنسي واڌ ۽ جنسي ڪرت تي اثر هوندو آهي.

smegma سميگما

ڪوﭘي ۾ ويهجي ويل سٽيي مر ۽ اهڙو ٻيو مادو.

somato typing سومٽو ٽائيپنگ

جسماني ڍول جي درجيبندي.

sperm اسپرم

تخمي جيو، نرن جا جنمي/تخمي سيل جيڪي خصيا پيدا ڪن ۽ انزال ۾ منيءَ رستي خارج ٿي وڃن، مني يا خصين جي رتوبت.

spermatic اسپرمٽڪ

منيءَ سان واسطو رکندڙ. .cords s ۾ خصئي مان نڪري پيٽ ڏانهن ويندڙ اها جوڙجڪ جنهن ۾ هڪ جهل ڏيندڙ مشڪ، رت نليون ۽ تنتون وغيره ٿين، جيڪا تخمي جيو نيئي.

spermatozoon اسپرمٽوزون

بالغ تخمي جيو، نرن جو رسيل تخمي جيو جيڪو خصين جي مخصوص پيداوار آهي، منيءَ جو جنمي جزو جيڪو آني کي ٻوڪي. تخمي جيو مٿي، ڳچيءَ، ڍڙ ۽ پڇ ۽ ورهائي سگهجي ٿو، تخمي جيو سيمائينيفيريس نلين ۾ اسپرمٽوگونيا مان جنم وٺن جيڪي اسپرمٽوسائيٽ مان پيدا ٿين جي وري اسپرمٽبس تہ اهي اسپرمٽوزووا (تخمي جيو) تخليق ڪن ٿا. (جمع spermatozoa).

estroid اسٽيروائڊ

ڪيميائي مرڪب جن ۾ وٽامن ڊي، ڪولسٽيرال ۽ اهي هارمون اچي وڃن ٿا جيڪي آنيدانيون ۽ خصيا پيدا ڪن عام طور تي اسٽيروائڊ ڪارٽيڪاسٽيروائڊ بيان ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي جن ۾ ائڊرينل غدود مان پيدا ٿيندڙ هارمون اچي وڃن ٿا، جن جو اثر ثانوي جنسي نشانيون ظاهر ڪرڻ، مشڪن جي واڌ، جسم ۾ لوڻن جي توازن ۽ ٻين طبي سلسلن سان آهي.

tape worm ٽئپ ورم

ٽئپ يا رٻن جهڙا آندن ۾ ٿيندڙ ڍگها ڪينئان، هڪ قسم جو پئراسائيٽ

testis (testicles) ٽيسٽيز

خصيا، آنورا، پيلا، نرن جا جنمي غدود جن جو جوڙو ٿئي، بناوت ۾ بيضوي ۽ پوشن ۾ ويڙهيل آلت جي هيٺان ڇڏن ۾ ٿين، انهن جو ڪم تخمي جيو ۽ مرداڻا جنسي هارمون ٽيسٽوسٽيران پيدا ڪرڻ ٿئي. (جمع testes).

testosterone ٽيسٽوسٽيران

نر يا مرداڻا هارمون، خصين جا انٽراسٽيشيل سيل (ليڊنگ سيل) پيدا ڪن، جن جو مکيہ ڪم مردانگيت واريون خوبيون پيد ڪرڻ آهي، نرن جي سيني جنسي هارمونن کي گڏي ائنڊروجن هارمون سڏجي.

tissue ٽِشو

ساڳئي قسم جي سلين جو مُڇڪو جيڪي ڪو مخصوص ڪم ڪن.

twins ٽئنس

جاڙا، هڪ ئي حمل ۾ ٻن ٻچن جو ڄمڻ. fraternal t., اهي جاڙا، جڏهن آنيدانيءِ هڪ ئي وقت ٻـ آنا خارج ڪري ۽ ٻئي ٻوڪجي پون identical t., جڏهن هڪ ٻوڪيل آنو وڏيڪ ورڇجڻ ڪان اڳ ٻن اڌن ۾ ورهائجي ٻن الڳ الڳ ٻچن ۾ واڌ ڪائي، اهڙا جاڙا موروثي ۽ جسماني لحاظ کان بلڪل هڪجهڙا ٿين، سجاڙا .

umblical cord امَبلائيڪل ڪارڊ

ناڙو، اهو عضوو جيڪو ٻچي ۽ اوَر جي وچ ۾ ٿئي ۽ کين ڳنڍيل رکي، ڄمر ڪانپوءِ ناڙو ڪٽي ڇڏجي جيڪو پوءِ ڪوئجي ڇڻي وڃي.

unicellular يُونيسيليولر

هڪ سيلا، هڪ سيلو، هڪ سيل جو جڙيل.

ureter يوريٽر

اها نلي جيڪا ٻڪيءَ مان پيشاب مثاني ۾ پهچائي.

urethera يوريٿرا

پيشاب نلي، جيڪا مثاني کان پيشاب آلت رستي ٻاهر نيڪال ڪري.

uterus يُوٽيرس

ڳڀيرڻ، ٻچيداني، عورتن جي پيٽ ۾ موجود ڍانيو، مشڪائون عضوو جنهن جو ڪم ٻچي کي تاتڻ ۽ حمل دوران وڌي وڏو ٿي وڃڻ آهي. ويم وقت ڳڀيرڻ جي سلسليوار مشڪائين ڪوءِ ٻار کي ڳرڀ ناليءَ مان ڌڪي ٻاهر ڪري ٿي. اڳور هارين ۾ ناسپاتيءَ جي شڪل جهڙي ۽ ٽي انچ ڪن ڊگهي ٿئي.

vagina وئجائينا

يوني، ڳرڀ نالي، مادري رستو، ڳڀيرڻ کان فرج تائين لنگهـ. ڳرڀ ناليءَ جو آخري حصو جنهن رستي ويم وقت ٻار ماءُ جي جسم کان ٻاهر نيڪال ٿي وڃي ٿو، جماع دوران آلت يونيءَ ۾ رهي ٿي.

vas deferens واس ڊفرنس

خصين جي نيڪال نلي جيڪا سيمائينل ويزائيڪل سان ملي اجنڪيولئٽري ڊڪٽ ٺاهي ٿي.

vasectomy وئسيڪٽامي

آپريشن رستي سڄي واس ڊفرنس کي ڪٽي يا سندس ڪجهه حصي کي ڪٽي يا ٻڌي ڇڏڻ تہ جيئن تخمي جيو آلت تائين رسي نہ سگهن، مردن ۾ ڳڀ روڪ جو هڪ طريقو.

vein
وين
رگ، نس، موڪريءَ سنهيءَ پٽ سان رت نلي جنهن جو ڪم جسم جي مختلف حصن ۽ عضون جي رت واپس دل ڏي پهچائڻ آهي.

vulva
ولوا
فرج، شرمگاه، عورت جا ٻاهريان جنسي/جنمي عضوا جنهن ۾ فرج جو لنگهہ، ڪڪڙي ۽ ننڍا وڏا چپ بہ اچي وڃن ٿا، جيڪي فرج کي ڍڪيل رکن.

womb
ڏسو رومب uterus

x-chromosome
ايڪس ڪروموسوم
مادي جنسي ڪروموسوم، اهو جنسي ڪروموسوم جيڪو تخمي جيو ۽ آني ۾ ٿئي. جڏهن ٻوڪيل آني ۾ ٻئي ايڪس ڪروموسوم هجن تہ اهو ڇوڪريءَ ۾ واڌ ڪائي پر جي ان ۾ هڪ ايڪس ۽ هڪ واءِ هجي تہ ڳڀ ڇوڪر ۾ واڌ ڪري. مادي آني ۾ ٻئي ايڪس ڪروموسوم ٿين.

y-chromosome
واءِ ڪروموسوم
نرجنسي ڪروموسوم جيڪو تخمي جيو رستي آني ۾ منتقل ٿئي جيڪڏهن ٻوڪيل آني ۾ هڪ واءِ ۽ هڪ ايڪس ڪروموسوم هجي تہ اهو نر ٿي جنم وٺي پر جيڪڏهن ان ۾ ٻئي ايڪس ڪروموسوم هجن تہ اهو ناري ٿي جنم وٺي. تخمي جيو ۾ يا تہ ايڪس يا واءِ ڪروموسوم ٿئي.

zygote
زائگوٽ
تخمي جيو ۽ آني جي ميلاپ ڪانپوءِ پيدا ٿيندڙ سيل.

# References.


1- A Course in Biology: Jaffrey J.W Baker, Garland E. Allen.

-2- A New English Sindhi Dictionary: Permanand Mewaram.

3- Atlas of Body and Mind: Claire Raymer.

4- Biology: James F. Case.

5- Biology: John W. Kimball.

6- Biology: Science: An Inquiry into Life: John A. Moore and others.
7- Biological Science: William T. Keeton.
8- Concepts in Biology: Enger, Gibson and others.
9- Dorlland's Illustrated Medical Dictionary.
10- Encyclopedia of sexual Knowledge: Dr. Narman Haire, A. Costler and others.
11- Every thing you always wanted to knew about Sex: David Reuben.
12- Every Woman: Derek Llewellyn Jones.
13- Family Health Medical Encyclopedia: Dr. I. A. G. Mac Qeen.
14-The G. Spot: Allice Kahn Ladas and others.
15- Human Biology: John D. Cunningham.
Human Sexual Relations: Dr M. Zakir Molvi-16
17- Man's Body: The Diagram Group.
18- مختصر دائيو يا ويم جي وات: ڊاڪٽر علي احمد قاضي
19- The Breast:Drs. Penny and Andrew Stanway.
20- The Body Machine: Christiaan Barnard, John Illman.
21- The Family Medical Encyclopedia: Justus J. Schifferes.
22- The Genetic code: Issac Asimov.
3- The Mothers and Fathers Medical Encyclopedia: Virginia E. Pomeranz.
24- تن ۽ تندرستي: ڊاڪٽر علي احمد قاضي
25- Woman's Body: The Diagram Group.

# سنڌيڪا جا شايع ٿيل ڪتاب

## سنڌ: پيپلزپارٽي کان ڄام صادق علي تائين

ف - م لاشاري

'سنڌيڪا اڪيڊمي' جي پهرين ٽن ڪتابن مان هڪ اهم ڪتاب جو نالو آهي، 'سنڌ: پ پ کان ڄام صادق علي تائين.' ڪتاب کي پ پ ۽ ڄام صادق حڪومتن جو تاريخي دستاويز چئي سگهجي ٿو. ڪتاب سنڌ: پ پ کان ڄام صادق تائين 423 صفحن تي ٻڌل آهي. ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 90 روپيا آهي.



زندگي جي پلاننگ تي شاگردن لاءِ اهم ڪتاب

## نوان رستا- نيون راهون

هن ڪتاب ۾ پيشي جي چونڊ بابت ڪارائتا مشورا ڏنل آهن. طب، فارميسي، نرسنگ، سول انجنيئرنگ، مڪينيڪل انجنيئرنگ، ڪمپيوٽر سائنس، آرڪيٽيڪچر، مرچنٽ نيوي، ايئرٽرئفڪ ڪنٽرول، واپار سان لاڳاپيل شعبن، بزنس ايڊمنسٽريشن، چارٽرڊ اڪائونٽنگ، بينڪنگ،، صحافت، عام تعلقات ۽ اشتهار سازي، لائبريري سائنس ۽ انفارميشن. ان کان سواءِ هٿياربند فوج جي ٽنهي اهم شعبن بري، بحري ۽ هوائي فوج ۾ داخل ٿيڻ لاءِ هر قسم جي مناسب ڄاڻ ڏني وئي آهي. صفحا 248 ۽ قيمت 60 رپيا



## منهنجي منڙي سنڌ

هن ناول کي پڙهڻ کان پوءِ ورهاڱي کان پهرين واري سنڌ جي حالتن جي چڱي ڄاڻ ملي ٿي. ورهاڱي کان اڳ هلايل آزادي واري تحريڪ ، انهيءَ وقت ماڻهن جي سوچ، ماڻهن جا مسئلا، ڳوٺن ۽ شهرن ۾ سوچ جو فرق، ڪرشن کٽواڻي سڀني تي روشني وڌي آهي ۽ سٺو نباهيو اٿس. صفحا 178 قيمت 45 روپيا

## سنڌ جي زينت

نرنجن دوداڻي

هي ناول 1948ع کان وٺي 1968ع تائين جي جيئري جاڳندي تاريخ آهي جنهن جا ڪيترا ڪردار اڄ به پوريان پساهه کڻي رهيا آهن

صفحا 144 - ڊيمي سائيز - ملهه 30 رپيا

## نئون عالمي نظام

سهيڙيندڙ: اسلم خواجه

ملڪي ۽ بين الاقوامي سياستڪارن ۽ دانشورن جي مقالن تي مشتمل موجوده ٻرندڙ مسئلي تي ڀرپور دستاويز - صفحا 178 قيمت 50 رپيا

# منهنجو تخليقي سفر

(ڪهاڻيون،تحريرون، تقريرون، انٽرويوز ۽ انڊيا جو سفر)

## خيرالنساءِ جعفري

▲ جڏهن بہ جک محسوس ڪياڻم (پاڻ تي يا ٻين تي) تڏهن قلم ڪوڙي جيان ڪاغذ تي وهائيندي آهيان. ڪاغذ جي پٺ تي ڪوڙن جا نشان منهنجي اذيت پسندي جي انتها آهن.

▲ ٻي ڏينهن فرحت جو منهن ڏلمر تہ لٿل هو. چپ چاپ هئي، چيئين؛ "خيرو! ڪل سي تو ميري جان هي نکل گئي هي، ميرا گلا، ميري تمام اعصاب تهک گئي هين. ڪل سي جو مين ني نمازين پڙهي هين، سجدي ڪئي هين، ايک نماز، ايک سجدي مين بهي خدا ڪا نام نهين ليا. هر نماز هر سجدي مين ميري گلي سي صرف ايک صدا اُڀرتي تهي؛ جيئو ڏولا جيئو ڏولا- اي باڙه مين جائي ايسا ڏولا جو بندي ڪو خدا سي جدا ڪري. تمهاري سندهي مين تو صرف ايک "ڏ" ڪيا لفظ هي بندي ڪا حشر نشر ڪرديتا هي"

▲ هر شخص جيڪو جنت لاءِ سخت فڪرمند آهي، اهو ٻئي ڪي اسلام جي پارت ڪندو گهمي. ڪو وقت هو جڏهن اهڙي هڪ پارت اسان بہ هڪ لڳان، سائين شيخ اياز جن ڪي ڪئي هئي. پاڻ سنڌ يونيورسٽي ۾ وائيس چانسلر هئا. سندن وقت ۾ يونيورسٽي جا ست استاد نوڪرين مان ايئن ڌڪجي ويا، جيئن الله سائين حضرت آدم ڪي جنت مان ڌڪي ڪڍيو هو.....

▲ ها سو دوستو! ڳالهہ ٿي ڪيم تہ علامہ قاضي پنهنجي ذاتي ڪچهريءَ ۾ چوندو هو تہ حضرت عليءَ کان حضرت بي بي فاطمہ جو ڪردار هزار دفعا بلند آهي. اگر پليجو صاحب Mind نہ ڪري تہ آئون پانيان ٿي تہ زرينہ جو ڪردار پليجي جي ڪردار کان وڌيڪ Powerful آهي. زرينہ سان پائونڊن جي اياز لطيف کي پيٽ ۾ پالي ۽ جڻي ڏيکاريو....

صفحا 328 قيمت 75 رپيا

سنڌ جي سيني وڏن بڪ اسٽالن تي موجود آهي.

# جنس جي سائنسي ڄاڻ

مصنف: علي مرتضيٰ ڏاريجو

## ڪتاب ۾ جي باري ۾ سنڌ جي سڃاڻ شخصيتن جي راءِ

سنڌيءَ ۾ سائنسي ادب تمام ٿورو آهي. جنسي ادب تہ تهائين نہ هئڻ جي برابر. ڇوٽي آهي تہ 'جتي حقيقتن کي لڪايو ويندو آهي اتي افواهہ زور وٺندا آهن' سنڌ ۾ بہ ايئن ٿيو آهي. جنس کي ايڏو تہ ڏهايو ۽ لڪايو ويو آهي، جو نوجوانن لاءِ اها هڪ اڻ ڏٺل شهر آهي، ۽ جڏهن هي نوجوانيءَ جي بنا تجربي ۽ ڄاڻ واريءَ عمر ۾ ان شهر ۾ قدم رکن ٿا تہ ڀليو ۽ ڀٽڪيو وڃن. خاص ڪري نوجوان ڇوڪريون، اڻ ڄاڻائيءَ سبب اهڙيون غلطيون ڪريو وڃهن جو، ڳالهہ وڃيو جان جي جوکي تائين پهچي...... محترم علي مرتضيٰ ڏاريجو، سنڌيءَ جي سائنسي ادب ۾ هڪ ڄاتل سڃاتل شخصيت آهي. هن دفعي هُن جنس جي نازڪ موضوع تي قلم کڻي سنڌ تي، خاص ڪري سنڌ جي نوجوانن تي وڏو احسان ڪيو آهي جو انهن کي هِن اڻ ڄاتل ۽ اڻ ڏٺل شهر جي هر گهِٽيءَ ۽ گام، هر پنڌ ۽ پيچري کان آگاهہ ڪيو اٿائين، جيئن اهي ڀلي ۽ ڀٽڪي، مونجهارن (Complexes)، ڏهائن (Depressions) جو شڪار نہ ٿين، ۽ اڏ طبيبن يا ڪُويڄن جي ور نہ چڙهن، ۽ پنهنجي ازدواجي، تخليقي، ۽ توليدي حياتي، خير خوبي، ۽ سڪون سان گذارين، ۽ ان مان پوري لذت بہ حاصل ڪن.

## (ڊاڪٽر) تنوير عباسي

جنسيات تي اڄاين پنگتي پابندين ۽ غيرسياويڪ بندشن، جنسيات کي نہ رڳو پراسرار بڻائي ڇڏيو آهي، پر ماڻهن کي ان بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ کان بہ وانجهو پئي رکيو آهي. اهڙين پابندين، اهڙين بندشن ۽ اهڙي اڻڄاڻائيءَ ماڻهن کي رڳو ذهني ۽ دماغي روڳن ۽ سماجي براين سان مالامال پئي ڪيو آهي. علي مرتضيٰ ڏاريجي هن ڪتاب ذريعي اسانجي ماڻهن کي جنسيات جي ڄاڻ وڌائڻ لاءِ موقعو ڏنو آهي. اهو بہ ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ لکت ۾ جنسيات جي لفظن ۽ اصطلاحن جي استعمال ۾ هن عام روش کان هٽي هلڻ جي ڪجهہ دليري ڪئي آهي.

## ـ نجم عباسي

هي هڪ ساراهہ جوڳي ڪوشش آهي. ليکڪ هڪ ڏکئي موضوع کي سرل ۽ سهج ٻوليءَ ۾ پيش ڪيو آهي. فني اصطلاحن سان نهڪندڙ اصطلاح گهڙڻ جي هنر کان بہ ليکڪ واقف آهي.

## ـ امداد حسيني

جنس جي سائنسي ڄاڻ

علي مرتضيٰ ڏاريجو

سنڌيڪا اڪيڊمي

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ "لُڙهندڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ڀاڙي، ڪاٺُو، ڀاڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَھڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙھا، نيرا، پيلا يا ناسي ھوندا آھن اَھڙيءَ طرح پڙھندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آھن ۽ ھوندا. اُھي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙھندڙ، بَرندڙ ۽ پڙھندڙ، سُست ۽ پڙھندڙ يا وِڙھندڙ ۽ پڙھندڙ بہ ٿي سگھن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آھي.

ڪوشش اھا ھوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَھڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آھي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اھڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ ھِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ ھيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رھندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اھم مرحلو وِرھائڻ distribution جو ٿيندو. اِھو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏھن ڪو پيسا ڪمائي سگھي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ ھوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ ھو وَسَ پٺاندڙ وڏِ ڪان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي ھِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦھلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنھن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ ڪي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني ڪي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناdانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ ڪي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڃي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن ڪي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)